

# ٻڌ جي جاتڪ ڪهاڻين جو منظوم

# ٻڙ جي ڇانو اڳي کان گهاٽي ۽ ٻيا نظم

(شاعري)

شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1988ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سئو ست

ڇپائيندڙ: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ: نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

پهريون ايڊيشن: جون 1988ع

ڪليگرافي ۽ اسڪيچ: فتاح هاليپوٽو

قيمت: -/30 رپيا
پڪي جلد سان: -/50 رپيا



---

BURR-JI-CHHAUN-A- AGEY KHAUN GHATEE AAEEN BIYA NAZAM.(Poetry)written by SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition June 1988. Price Per Copy Rs. 30/-

پنهنجي پياري دوست
مرحوم رشيد ڀٽيءَ
جي نالي

شيخ اياز

# فهرست


| عنوان | | صفحا |
| --- | --- | --- |
| سهاڳ | محمد ابراهيم جويو | [١٤-١+14-13] |
| ٻڙ جي ڇانو اڳي ڪان گهاٽي | | [١٢٩-١٧] |
| مان ڪنهن جهوني ٻڙ جئن آهيان.... | | ١٧ |
| چنڊ سان چِمڪي نيانڻ.... | | ١٩ |
| ڏو ڏسي حيران ٿي/چنڊ دروازي مٿان ... | | ٢٠ |
| ڏون نه آئي آن اڃان،.... | | ٢١ |
| ڏو وِچ ۾ واهڙُ وهي.... | | ٢٢ |
| مان آئين ئي آزمايل.... | | ٢٣ |
| ڇڻ ته ڪا آهين پڪار.... | | ٢٤ |
| ڇا چوان؟ پل پل وڃي ٿي/رات پر.... | | ٢٥ |
| ڇو وَڏي آهين لڏي؟.... | | ٢٦ |
| ڇا ڏون مور نه اڃڻي آهين؟.... | | ٢٧ |
| منهنجي من ۾ جو رشتو آ.... | | ٢٨ |
| آ سدا لوري لڳي.... | | ٢٩ |
| ڪاش! مان ڏو لئه مران!.... | | ٣٠ |
| جنهن مان تنهنجو واس اچي ٿو.... | | ٣١ |
| منهنجو منهن جهونو ٿي ويو آ.... | | ٣٢ |
| ڇا، هي ساڳي گهر جو در آ،.... | | ٣٣ |
| ڪنهن ڦهلايو رنگ شفق جو.... | | ٣٤ |
| زندگيءَ ۾ اعتبار/پيار تنهنجو آهه پيار.... | | ٣٥ |
| رات صُراحي آهي، جنهن ۾.... | | ٣٦ |
| سنجها ڏاڍو ،جئن ايندو آ.... | | ٣٧ |
| ڪونج وانگر ڏو ڦران مان ... | | ٣٨ |

تون مٿان اِئين سمجهين.... ٣٩
تون اڇين ٿي!/ تون اڇين ٿي!.... ۴٠
پيارَ تنهنجو انتظار.... ۴١
ٿي ٻري شعلي جيان.... ۴٢
ڪاري رات ڪڪر ڪوئن ٿي.... ۴٣
توڙي ڪيئي سال اسان آ/هڪيئي لئہ واجهايو.... ۴۴
ڪيئي لـڪ لنگهيا آهن مون.... ۴٦
پيو نہ هجي پر منهنجي ڪؤنا.... ۴٧
ڏور بہ ڏس اي ڏيسيئڙا !.... ۴٨

هيءَ گهٽي جا دور ڪٽي ٿي.... ٥١
نينگرڙا! ڇو واٽ وساري/آ تو.... ٥٢
ماڻهو چنڊ ٽپي ويو آهي.... ٥٣
اَٿ تہ ٻاهر ڏسون ڇا نہ گهمسان آ !.... ٥٥
ڇا رکيو فهرست ۾ تون نانءُ ٽيندين.... ٥٦
هڪڙو ماڻهو ڪافي آهي.... ٥٧
آڏيءَ جو خونخوار درندا ... ٥٨
ماڻهو ڪيڏو ڳالهائن ٿا !.... ٥٩
روز جهولو لڳي روز پيرون پڇن ... ٦٠
زندگي! دؤر جي قيد ٿو رهان.... ٦١
اِئين لڳي ٿو اي آزادي! ... ٦٢
منڊلي تارن ٻري آڪاس جي.... ٦٣
ڏر تتي! ڏر تتي! جاء ڪاڻي تہ ڏي! .. ٦۴
تنهنجي منهن تي ڪيري آهي.... ٦٥
منهنجي ذات اڃان بہ تہ آ.... ٦٦
عمر تون منهنجي گهٽائيندين تہ ڪونہ !.... ٦٧
سرد ڏاڍي آهہ رات.... ٦٨

هُو چون ٿا هيئن چِـوُ.... ٦٩
تانتيا ٽوپي اڄان/مون اڳيان لنگهي پيو.... ٧٠
’دنيا ڍونڍ تهي طالب ڪتي‘.... ٧١
نانءُ تہ هن جو ’آجو‘ آهي.... ٧٣
تنهنجا گيت پڻائي تنهنجي/جنگ پيا جوڙين.... ٧٤
هي چوُنرا، جي چاندبوڪيءَ ۾.... ٧٥
دردِ محبت ڇا ٿيندو آ.... ٧٦
دور لتاڙي/پنهنجي اندر جي ماڻهوءَ کي.... ٧٧
سنئين لگين ڪوئي بہ تہ ناهي.... ٧٨
سنڌوءَ جو پاڻي تہ مٺو آ... ٧٩
تتر پولٽو/پڇري ۾ ڇو پالين ٿو؟.... ٨١
مانسروور مان جئن سنڌو... ٨٢

اڄ تون مان پڻ شعلن وانگر.... ٨٣
ڪتين ٿو ڪاٽار/ڇا تون پنهنجي من ۾؟.... ٨٤
سات پنهنجي ٿو نيان.... ٨٥
اهڙو وقت اچي ويو آهي.... ٨٦
ڇا، اُها گهڙي آئي.... ٨٧
ڪنهن ڪتاب وانگر اڄ.... ٨٨
نيمڻ ٽن درختن جئن.... ٩٠
پيُنءِ اِها، اِهي پاڻان!.... ٩١
جيترو ڪنيپر آهيان/اوترو آسان ناهيان.... ٩٢
دور شفق جي مينارن تان.... ٩٣
موت تي ڪهڙي ميار.... ٩٤
راتڙي آهي اڄان ... ٩٥
ڪالهہ ڪنهن طوفان جهڙي/هيءَ هئي گهيراوَ ۾.... ٩٦
گيت سنمڻ سان ڇڻندو ناهي.... ٩٧

موت جڏهن مهمان ٿئي ٿو.... ۹۸
چاڙهي پوري ٿي، لاهيءَ ۾/ريل وڃي ٿي ٿو.... ۱۰۰
سڄ لهي سانجهي ٿيو،.... ۱۰۱
پکي پره جا چُون چُون ڪن ٿا.... ۱۰۲
شمعدان جئن/هر گهرُ آهي، ۱۰۳
چورن وانگر/خوب خزانا.... ۱۰۴
گذري رات ڌري ويا ٿيڙو.... ۱۰۶
رات ۾ ڪائي پڪار ... ۱۰۸

سِٽ" سِٽ" ۾ پشڪن.... ۱۱۱
سنگ مرمر صورتون/ٿي جڏهن پيدا ڪري،.... ۱۱۲
قرطبه ۾ ٿا لڙن.... ۱۱۳
آءٌ وڪرم آهيان/آءٌ ڪاليداس پيـــ.... ۱۱۵
ڪاليداس اڄين ۾/پوڇي پيو مورتيـــ... ۱۱۶
ياد اچي ٿي ڪا تصوير ... ۱۱۷
’فيض‘، ’حڪمت‘ ۽ ’نرودا‘.... ۱۱۹
ياچاوڻ تي روشنيون ڇڻ.... ۱۲۱
هيءَ سنجها جي جوت هئين ۾.... ۱۲۲
جي نہ هيلن آ نہ هومر آهہ .... ۱۲۳
شوپنهار چيو آ.... ۱۲۴
نيٺ ايندين، نيٺ ايندين!.... ۱۲۵
دارا سان تہ نباهي سرمد.... ۱۲۷
نيٺ تہ ايندو/نيٺ تہ ايندو.... ۱۲۸

تہ ـ سڳا [۱۳۹-۱۳۳]

وڻجارا ! واپار؟ ۱۴۱
مان ۽ تنهنجي سار.... ۱۴۲
چنڊ پيو ناريءَ ۾ وهنجي.... ۱۴۳
منهنجي عمر ابابيلن جئن.... ۱۴۴
هي شيءِ جا روپوش ٿي/ اپري ٿي.... ۱۴۵
اڄڪلهه ڪيڏا گيت اچن ٿا.... ۱۴۶
هو چون ٿا/تون اسان جي سوچ آهين.... ۱۴۷
مت موڪي ڪول سارا.... ۱۴۸
ڪونه پڇندس/ڪونه پڇندس.... ۱۴۹
آءُ نتو ورجائي چاهيان.... ۱۵۰
تنهنجو تبسم جنهن جي فقط آ/چاٽ آئيني ڪي.... ۱۵۲
تون آمرتا آنهه منهنجي ۱۵۳
اڄ به ڪيئي ناريون منهنجي/راهه تڪينديون هونديون.... ۱۵۴
ڏات جو ڪوئي ڏڪار/ڪونه پوندو.... ۱۵۵
سال ملهي ٿيا، پر اڄ تائين.... ۱۵۶
روح تنهنجي جو گلاب.... ۱۵۷
واهوندا ورندا.... ۱۵۸
جن جون لويون لال.... ۱۵۹
ايڏا ڏک نه ڏي.... ۱۶۰
تون جي مون کي ڪونه مڃيندين.... ۱۶۱

# مهاڳ

اياز جي اڳئين شعري مجموعي ”راج گهاٽ تي چنڊ“ جي پيش لفظ لکندي، منهنجو خيال هو ته اُن جي هڪ نظم– ”چانڊني راتين ۾ ڪنهن رابيل جي ڀوڙي جيان،/چڻ تون هئينءَ...“ (ص. ١٨٣)– جو هڪ مطالعو آخر ۾ ڏيندس. پر، ڏيندي ڏيندي، ڪنهن طرح اُهو رهجي ويو، جنهن لاءِ افسوس اٿم. هتي اُن جي پوراڻي طور، ڳالهه جي سلسلي جا ٻه لفظ لائق پڙهندڙن جي آڏو رکڻ ضروري ٿو سمجهان. اُهو سڄو نظم هيئن آهي:

چانڊني راتين ۾ ڪنهن رابيل جي ڀوڙي جيان،
چڻ تون هئينءَ.
يا سڳنڌن ۾ پيريل ڪنهن واءُ جي جهوٽي جيان،
چڻ تون هئينءَ.
ڪيرتر تان ڪڏهُ ڪو نئين ڳاجَ تي جيئين جهڪي،
ڏيئن مان هُيس.
رڻ ۾ ڪوئي هرڻُ ٻاڏي ڏسي ڏاڍو ڏکي،
ڏيئن مان هُيس.
تون ملينءَ مون کي ته سارو جڳ مليو، پيو ڇا کپي!
منهنجي سڪي!
ماڳُ ڏاڍو آ پري، جي دڳُ مليو، پيو ڇا کپي!
منهنجي سڪي!

اياز جي عادت رهي آهي ته پنهنجن شعرن کي اڪثر عنوان ڪونه ڏيندو آهي. هن نظم کي به عنوان نه ڏنو اٿس. دنيا جي ڪيترن وڏن شاعرن جو اهو دستور رهيو آهي، مثلاً ٽئگور، خليل جبران ۽ ٻين جو– شايد انهيءَ هڪ“ خيال کان ته پڙهندڙ سندن شعرن لاءِ عنوان پاڻ تجويز ڪن! اِئين اياز جي هن نظم کي به اسين

چاهيون ته پڙهندي پڙهندي، ڪو عنوان ڏيئي سگهون ٿا، ۽ اُن جو روح، اُن جو اصل نقطو، اِئين پاڻ ٿي واضح ڪري سگهون ٿا. اُن ۾ ڪم آيل ٻوليءَ لاءِ ته هڪ نظر ۾ چئي سگهجي ٿو ته ڪو هڪ لفظ به اُن جو اهڙو نه آهي، جو ڪنهن عام پڙهندڙ لاءِ به اوپرو يا اوکو هجي ـــ ۽ اِها به، جيئن اياز جي اڪثر شاعريءَ جي تيئن خاص هن نظم جي به پنهنجي نوع جي هڪ وڏي خوبي آهي، ۽ اُن جي اصل مطلب کي سمجهڻ ۾ پڙهندڙ لاءِ مددگار ٿي سگهي ٿي.

هيءَ ٽن بندن جو هڪ مختصر مگر گهٽيل ۽ هر طرح مڪمل نظم آهي. اُن جي پهرئين بند ۾، 'تون' جي اشاري سان انسان جي ڪنهن ويجهي کان ويجهي تعلق جي، ڪنهن خاص سڄڻ جي، ڳالهه ڪيل آهي، جنهن سان شاعر مخاطب آهي ـــ 'تون'، رابيل جي اُن ٻوٽي جيان، جيڪو چاندوڪين راتين ۾ ٽڙيو بيٺو هجي، جنهن جا سفيد گُل، پريل اُن چاندوڪيءَ ۾ به، نُور جيئن ٻهڪندا هجن؛ 'تون'، فضائن ۾ خوشبوئن پريل واءَ جو آهو جهوٽو جيڪو لڳندو آهي ۽ گذري ويندو آهي، پر ڪڏهن ـ نه ـ وسرندڙ ۽ سدا محسوس ٿيندڙ تازگي ۽ سُرهاڻ پوئتي ڇڏي ويندو آهي!

'هئينءَ' ماضيءَ جو صيغو، ۽ گل (جي ڇڄي وڃن ٿا) ۽ واءَ جو جهوٽو (جو گذري ويندو آهي)، ٽن سان اُن 'تون' جي مشابهت اُن جي محدود ۽ بي ثبات هجڻ ڏانهن اشارو ڪندڙ آهن.

نظم جي ٻئي بند ۾، 'مان' جي اشاري سان، انسان جو پنهنجيءَ اُن 'تون' سان جيڪو ويجهي ۾ ويجهو، آٿـوت واسطو آهي، تنهن جي ڳالهه ڪيل آهي: مثلاً، 'تون' جي وجود سان 'مان' جو وجود اِئين ٻڌل ۽ هڪ ٿيل آهي جيئن 'ڪيرٿر تي مٿي بيٺل گنبذ جو هيٺ وهندڙ نئين گاج سان'، يا 'رڻ ۾ پاڻي ڏسي اُن ڏانهن ڊوڙندڙ هرڻ جو'.

نظم جي ٽئين بند کي سمجهڻ جي ڪوشش کان اڳ اِن 'مان' ۽ 'تون' جي سڃاڻپ لازم آهي. 'مان' ته ظاهر آهي ته شاعر پاڻ لاءِ، ۽ پنهنجي ذات جي رعايت سان، 'عام انساني فرد' لاءِ

ڪم آڻي ٿو. تہ اُن ’مان‘، يعني فرد انسانيءَ، جو اُهو خاص سپنڌ، ’تون‘، ڇا آهي، جنهن ڪان سواءِ ’مان‘ مان ئي ناهيان؟ ـ ’تون‘ اُها جيڪا ’مون‘ لاءِ نُور بہ آهي، سونهن ۽ سرهاڻ بہ آهي، جيڪا ’مون‘ کي، فرد انسانيءَ کي، پنهنجي سِڪ ۽ ڇڪ ۾ جيئرو بہ رکي ٿي، ڇڏي بہ وڃي ٿي، ۽ جنهن ڪارڻ انسان پاڻُ بہ گهوري ڇڏين ٿا! کي اُن کي پنهنجو محبوب يا ڪوئي ٻيو مقصود يا ڪوئي ’ماڳ‘ يا منزل چئي سگهن ٿا: پر شاعر جي نظر ۾ اُها ’تون‘ ۽ اُن جو ’ماڳ‘ هڪ شيءِ نہ پر ٻہ جدا شيون آهن ـ ”’تون‘ جيڪا منهنجي ’سکي‘ آهين، منهنجو ساهہ آهين، جنهن جي ماڻ سان مان سمجهان ٿو تہ مون کي سارو ’جڳ‘ ملي ويو، باقي مون کي ڇا کپي؟“ پر اُن جي منزل، اُن جو ’ماڳ‘ وري بہ هو اُن ڪان الڳ، پري ڪٿي، ٿو ڏسي، ۽ اُن ’ما ڳ‘ تائين پهچڻ بلڪ اُن ڏانهن وڃڻ جي رکو واٽ يا ’ڏگ‘ ئي هن کي ملي ٿو تہ هو سمجهي ٿو تہ سڀڪجهہ هن کي ملي ويو، ۽ ٻيو ڪجهہ هن کي سچ پچ بہ تہ ڪونہ ٿي کتو! ـ

تون مليينءَ مون کي تہ سارو جڳ مليو، ٻيو ڇا کپي!
منهنجي سکي!
ماڳ ڏيو آ پري، جي ڏگ مليو، ٻيو ڇا کپي!
منهنجي سکي!

تہ اِها ’تون‘، اِها ’سکي‘ ـ شاعر جي، تنهنجي، منهنجي، ۽ هر فرد انسانيءَ جي ـ ڇا آهي! اُن لاءِ شاعر جو چوڻ آهي، ۽ اِئين ئي ظاهر بہ آهي، تہ اُها خود کيس ۽ هر فرد انسانيءَ کي ملي ئي وڃي ٿي ـ مليل آهي ـ ۽ ڪُلّي طور بي بدل، آملهہ، ۽ فقط هڪ ئي هوندي بہ ’ماڳ‘ جي ڇڪ کان سواءِ اِڪارت ۽ فضول گذري ٿي وڃي! شاعر جي اُها ’سکي‘، فرد انسانيءَ جو اُهو ساهہ سنئون سپنڌ، چاندنيءَ جو چٽڪو ۽ بي‌ثبات، ـ ’ماڳ‘ ۽ ’ڏگ‘ جي حوالي سان خصوصاً ـ ڌرتيءَ تي خود انساني زندگي ئي تہ آهي! تہ پوءِ زندگيءَ جو اُهو ’ماڳ‘ ڪهڙو؟ ۽ اُن ماڳ ڏانهن نيندڙُ ’ڏگ‘

ڪهڙو؟ اِهي بہ سوال آهن، جيڪي شاعرَ، سچي هن نظم کي استعارو بنائيندي، اُن ۾ پڙهندڙن لاءِ سوالن طور ڏِـي ڇڏيا آهن، تہ اُنهن جا جواب هو، زندگيءَ جي فلسفي ۽ فڪر جي پنهنجي حاصلات مان، پاڻ ئي وڏيڪ ڳولين ۽ لهن.

هاڻي اسين هن نظم جـو هڪڙو ٽـِز نالو بہ تجويز ڪري سگهون ٿـا- مثلاً "زندگي ۽ اُن جـو ماڳ"، "جيوت ۽ اُن جو آدرش"، "جيوت جو ڏِڪ"، "زندگيءَ جي راهہ" وغيره.

شاعرَ، مفڪر، ڪو پيغام رکندڙ، جڏهن اِئين زندگيءَ جي 'منزل' ۽ 'راهہ' بابت پنهنجي ڳـالهہ دوران پنهنجي ڪنهن ڪتاب ۾ يا شاعريءَ سان اِن قسم جا نِـدائي سوال ڪندا آهن، تہ سندن ئي اُن خطاب ۾ اُنهن جا جواب بہ ضرور موجود هوندا آهن. مون اياز جي شعري مجموعي "راج گهاٽ تي چنڊ" جو مهاڳ لکندي، اُن ۾ خاص سندس آهي جواب ئي ڏسڻ گهريا ٿي، ۽ عزيز پڙهندڙن جي ڌيان تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ڪيتري قدر آءٌ پنهنجي اُن مضمون ۾ اِئين ڪري سگهيو هوس، اُن جو فيصلو ظاهر هو تہ هنن کي پنهنجي لاءِ پاڻ ڪرڻو هو. بهرحال چوڻ مون اِهوئي ٿي گهريو تہ اياز پنهنجي ذري گهٽ سڄيءَ شاعريءَ ۾، ۽ اُن مجموعي ۾ بہ خصوصي طور، پنهنجن ماڻهن لاءِ اِهي ئي انساني زندگيءَ جي اهميت جا، اُن جي سُڪارج ۽ آڪارج هجڻ جا، سوال ڇيڙيا هئا ۽ اُنهن جا ئي جواب سندن سوچ ۽ عمل لاءِ سندن آڏو رکڻ گهريا هئا.

هوندئن تہ زندگي سڀ زندگي آهي- حيواني توڙي انساني- پر پوءِ بہ فرق پنهي ۾ ڏاڍو وڏو آهي. ۽ اُن فرق جـي ظاهر ٿيندي ٿيندي، ۽ وڌندي وڌندي، لکن، ڪروڙن سالن جون وڇوٽيون وڌي ويون ۽ وچ ۾ احساسن، جذبن ۽ خيالن جي ڪائناتن جا ناقابل عبور مفاصلا پئجي ويا. اُنهن مان مکيہ ۽ آت نرالا امتياز چار سچاتا ويـا آهن: عقل (Reason)، آزادي (Freedom)، پيار (Love) ۽ ڪهل (Compassion). انساني زندگيءَ جـي اِنهن چئن امتيازي سچاڻپن مان پهريون بہ انفرادي نوعيت جون ۽ آخري ٻہ اجتماعي نوعيت

جون آهن_ جيتوڻيڪ ابتدا ۾ اِنهن پوين ٻن سچائپن جي ترغيب، عمل ۽ افاديت جو دائرو ٻنهي انفرادي ئي هو: عقل ۽ آزاديءَ جي اُمنگ جيءَ اوائلي اوسر ذاتي جيئڻ ۽ جيئڻ جي ماڻڻ جي حوالي سان، ۽ پيار ۽ کهل جيءَ پنهنجي جنسياتي ساٿيءَ ۽ اُن ساٿ جي پوچ جي حوالي سان. انساني زندگيءَ جي تربيت ۽ عروج جو ڪمال هي آهي تہ اِهي چار ئي اُن جون سچائپون، پنهنجي عمل ۽ افاديت ۾ انفرادي دائري کان ٻاهر نڪري، وڌندڙ سماجي وستار سان وڌنديون وڌنديون، سڌرنديون سڌرنديون _ ڪٽنب، قبيلي ۽ جاتيءَ (ذات) کان ٿينديون _ اڄ قومي زندگيءَ جي حوالي سان ئي تورجن ۽ ماپجن ٿيون: ٻالڪ فرد (۽ ڪٽنب، قبيلا، جاتيون ۽ ٻيا ڪيئي گروهہ)، وقت پيئي، قومي بقا ۽ بهبود لاءِ قربان ٿيڻ ۾ پنهنجي زندگيءَ جو حاصل ٻالڪ اُن جو اعزاز سمجهن ٿا:

ڏِکَ اندر تاريخ جي، جي تون سمائين؛
متان اِئين پائين، سارا لاش لڙهي ويا.

سِرُ سَرچو ساڻيهہ سان، مٽيءَ سان ماٽو،
ڪونهي ٽنهن ڪاٽو، اوچو آهي آپ کان.

ڏيڙيو ڪٺن تارَ، سِرَ اُنهن جا سوپ ۾،
مَري ملهيا يارَ، ويڙها سڀ واسي ويا.

هي جي جهجها جهڙَ ٿيا، مٽيءَ متهڪ آٿي،
ڏرتي رتّ رتي، ڦولڻي لالُ ليار جيئن.

("راج گهاٽ تي چنڊ" ص ص ١٧–١٨)

يوناني فيلسوف، هرڪليٽس، جو مشهور قول آهي تہ "هڪڙ ڪجهہ بہ نہ آهي. ٿيڻ سڀڪجهہ آهي." اِن طرح، جيئن ٻي هر شيءِ تيئن انساني زندگي بہ، پنهنجي سڀڪجهہ هئڻ سان_ ناٽي، علم، سماج ۽ سماج جي دستورن، قانونن ۽ نظامن سان_ اُها ڪجهہ ئي آهي

جو ڪجهہ آها ڪري تـي، جا ڪجهہ آها ٿئي ٿي؛ ر ڳو 'انساني' سڌجڻ سان آن کـي انساني (يا فوق‌الانساني) پـر لڳي ڪونہ ٿـا وڃن- جيئن 'ديني' تبليغ‌ڪار ۽ 'معرفت' جا دعويدار انسان کي 'اشرف المخلوقات' جي ڏلهي پـڄي ڏيئي، ۽ آن کان ئـي مٿي 'الله' ڏائين نيئي، ماڻهوءَ جـو مٿو ڏـي ڦيري ڇڏيندا آهن. پنهنجي پاڻ يا پنهنجي ڪنهن محدود گروهہ ۾ ڏي گم هجڻ سان انساني زندگي بنهہ حيواني يـا آن کان ڏـوريءَ ڏي مٿيريءَ ڪنهن سطح ڏائين پهتل شمارجي سگهي ٿي. انفراديت کان اجتماعيت ڏانهن واڌ جـي هـن انساني زندگيءَ جـي تهذيبي سفر جي منزل، بهرحال، قومي اجتماعيت کان اڳان هن روشني پاتل ويهين صديءَ جي خاتمي ڏائين بہ، اڳتي ڪانہ سـُري سگهي آهـي. پنڊت جواهرلال نهروءَ جي اِن سلسلي ۾ چيل هيءَ ڳالهہ اڄ بہ تاريخي اهميت جـي حامل آهي تـہ ”جديد زندگيءَ لاءِ سڀ کان پهريون ۽ سڀ کان اهم شرط قوميت آهي.“
(Nationalism is the very condition of modern existence)

بين‌الاقواميت، عالمگيريت، آفاقيت اهـڙان خيالن جـي سطح ڏائين واقعي وڏا آدرش تـہ آهن (۽ سچ تـہ ر ڳو اڄ نـہ پر گهڻي وقت کان آهن)، پر آنهن لاءِ انساني زندگي پنهنجا گهربل نظامَ، دستورَ، ادارا اڄان قائم ڪري نہ سگهي آهي، بلڪ پوريءَ طرح سوچي بہ نہ سگهي آهي- جيئن معروف ۽ جائز قومي سطح ڏائين پنهنجي اجتماعي ڇڱائـيءَ (Collective Good) لاءِ آن جمهوريت، قانون جـي بالادستي، سماجي انصاف، ۽ فلاحي. يا اشتراڪي نظام تجويز ڪيا آهن ۽ پڻ عمل ۾ آندا آهن.

اياز ۽ اياز جا دوست اِن سلسلي ۾، ڌرتيءَ جي پنهنجي هن وڏي ۽ وشال خطي کي، جنهن کي تاريخ اڄ 'هند-پاڪ' يا 'ڏکڻ ايشيا' چوي ٿي، ۽ جيڪو تاريخ وٽ، آن جي مختلف دورن ۾، پارت ورش، اِنڊوس (Indos)، هند، هندوستان ۽ انڊيا (India) سڏيو ويو، خاص طرح پنهنجي سنڌي قومي سڃاڻپ جي حوالي سان، هڪ قوم جو نـہ پر

'قومن' جو گهر' سمجهن تا، انساني زندگيءَ جهي مهربان ماءُ هن ڌرتيءَ تي، ننڍي کنڊ هندستان جهڙا ڪيئي پيا ٻه 'قومن جا گهر' موجود ٿيا آهن، مثلاً يورپ جو کنڊ سڄو ۽ عظيم ايشيا ۾ خاص طرح روس ۽ چين ۽ مغربي ايشيا، وغيره — يعني، ڌرتيءَ جا آهي خاص وسيع ۽ عريض خطا جتي مخصوص تاريخي حالات ۾ عظيم مذهبي تحريڪون به اُڀريون، پکڙيون، ۽ ماند پئجي ويون: جيئن اسرائيلي مذهبي تحريڪون، مسيحيت ۽ اسلام سميت؛ آريائي مذهبي تحريڪون (برهمنيت، ٻُڌمت ۽ جين ڌرم)؛ ايران ۾ زردشت، ۽ چين ۾ ڪنفيوشس جون تحريڪون، وغيره. هنن سڀني تحريڪن پاڻ سان گڏوگڏ يا پويان پنهنجيءَ جاءِ تي، پنهنجي پنهنجي خطي ۾ يا جتي به آهي پکڙيون اُتي لازماً ملوڪيتي نظامن کي جنم ڏنو. مذهبي تحريڪن، پين ڳالهين سان گڏ، پنهنجي ".قدس حق" جي زبانن ذريعي — جن سان کي ته اڄ عام استعمال مان ئي نڪري ويون آهن — برابر پنهنجيءَ پنهنجيءَ برادريءَ کي هڪ طرح جي محدود اجتماعيت ڏني، ۽ پوءِ جي اُڀريل ملوڪيتي نظامن پڻ اُنهن خطن ۾ پري پري تائين پانت پانت جي ماڻهن کي پنهنجي پنهنجي حڪومتي دٻاءَ ۽ پين حيلن وسيلي هڪ طرح جي مرڪزيت هيٺ رکيو — جيئن برصغير ۾ مهاراجا وڪرماجيت، مهاراجا اشوڪ، شهنشاهه اڪبر، ۽ تازي دور ۾ انگريز شهنشاهت. پر قديم دورن کان اُنهن خطن جي الڳ الڳ علائقن ۽ ايراضين کي پنهنجي تصرف ۾ رکندي، پنهنجي پنهنجي خاص ٻولين ۽ رسمن رواجن ۽ طور طريقن سان رهندڙ پانت پانت جا آهي ماڻهو، اُنهن مذهبي ۽ ملوڪيتي نظامن کان به اڳ، توڙي اُنهن جي هلندي، ۽ اُنهن جي ماند پئجي وڃڻ کان پوءِ به، وڌندا ۽ مستحڪم ٿيندا رهيا — تان جو، ٿيندي ٿيندي، اُنهن وسيع ۽ عريض خطن ۾ آهي ماڻهو علائقيت (Territoriality) ۽ ٻوليءَ (Language) جي بنيادي سڃاڻپ هيٺ، پنهنجي پنهنجي قومي حيثيت اختيار ڪري ويا. برصغير جي وڏي ۽ وشال خطي ۾، سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي به اها حيثيت هئي — هزارها سالن جي لاڳيتي

تاريخي سلسلي سان، ۽ ان دور کان جڏهن عربن سنڌ فتح ڪئي، ۽ تڏهن کان جڏهن انگريزن کان سنڌي قوم جنگ ۾ شڪست کاڌي، ۽ پڻ تڏهن جڏهن، هڪ سؤ سال پوءِ، انگريزن جـي آها هندستاني شهنشاهت (Indian Empire) ختم ٿي، ۽ سنڌ کي ٻيءَ مرڪزيت ـ مُڏي خارج ۽ تاريخ جي آزمايل ۽ مسترد 'مذهبي برادريءَ' جي مرڪزيت ـ هيٺ قائم رکندي، سنڌي قوم کي واو ڪر ڪيو ويو ۽ ٻنهي نيست ۽ بيوجود بڻايو ويو. سنڌي قوم جو ائين واو ڪر ٿيڻ ۽ پنهنجي ئي وطن ۾ اِئين مجبور محض ۽ لاچار ٿي پوڻ، انساني زندگيءَ جي جديد تاريخ جو اهو هڪ الميو آهي، جنهن جو ڪو مثال ملي نٿو سگهي. انساني زندگيءَ جي تسليم ٿيل بنيادي امتيازي سچائيون ـ عقل، آزاديءَ، پيار ۽ کهل ـ جي عين ابتڙ، انساني تاريخ جـو پنهنجي پاڻ سان ايڏو حيواني انڌير تصور ۾ اچڻ کان مٿي آهي: پر آهوئي، وري به، 'سچ جو ڪهاڙو' ٿي، هر ويل اسان جي ڪنڌ مٿان ڪري رهيو آهي، ۽ اڃان تـہ اسين، ڪنڌ جهڪائي، رتورت ٿـي رهيا آهيون .. ۽ ڳوڙها آهن جيڪي 'ڇپرن جا بند' ٽپي وهندا ٿا رهن.... فراقيل سنڌين جا، اورار ۽ پـرار.... رتُ ۽ ڳوڙها، ڳوڙها ۽ رتُ ـــ

ٿو وڄ ۾ واهڙ وهي
هُن پار تون هِن پار سان.
هر رات تنهنجي پارَ ڏي ٿو چنڊُ حسرت مان ڪهي.
تون ڪانہ آن، تون ڪانہ آن، ٿو ڪير تنهنجي گهر رهي!
اي زندگي، تـــولاءِ ڪــو ڪيسين پيو سُهمان سهي!
ٿو وڄ ۾ واهڙ وهي
هُن پار تون هِن پار مان.

(ص ٢٢)

چڱو تہ ڪا آهين پڪارَ
جيءَ منهنجي جي جيارَ!
ٿي سدا مون ۾ رهين.

نانءُ تنهنجو ٿي جپي جا،
ڪا تہ تَنَ ۾ آهہ تارَ!....
وچ ۾ درياهہ آهي،
۽ ڪپرَ ڪهڙا آپارَ!....
مون اِئين ٿي آرزوءَ ۾
آ ڪٽي ساري ڇمارَ....
ننڊ تــوڙي جاڳ ۾ هان
آءٌ تنهنجي لاءِ پيارَ!
ٿي سدا مون ۾ رهين!
ٿي سدا مون ۾ رهين!
(ص ٢٤)

اڄ تون مان ٻن شعلن وانگر
هڪ ٻئي منجهہ سمايا آهيون؛
ڪيڏو دور پرائيءَ ڌرتيءَ
تي هيٺن ويجهو آيا آهيون!
دل تہ چوي ٿي سارا ويچا
پاڪر پائي رکي ڪريون ها،
سانگ سياست جا آهن جي
تن کي ڪانا ڪک ڪريون ها!

ڪيڏي اڄ اسان ۾ آ، پر
چاهيون ٿا تہ بہ ڪونہ ملون ٿا!
ڇا ڪا ڌرتي پنهنجي آهي؟
ڇونہ ملون ٿا؟ ڇونہ ملون ٿا؟

سارو وقت اکين ۾ ڳوڙها
توکي مون کي آيا آهن،
هن دنيا ۾ ڪيئن نہ پنهنجا
هڪٻئي لاءِ پراوا آهن!.... (ص ٨٣)

تون چائين تو؟ مان
ڳچيءَ تائين رتُ سان . . .
پريل پيالي جان!

تو بن نيرن تي،
ڳوڙها منهنجا شمع جان
منهنجي پيرن تي.

پنهنجي پيار جيان
پوپٽڙو، رت ـ پتنگيو
تنهنجي سارَ جيان! (ڌ ـ سڌا: ص ص ١٣٤–١٣٥)

ڇا ڪائي ڪنهن وقت رڙو رڙ
هين ڌرتيءَ کي ڇرڪائيندي؟
يا هيءَ سانت وَسيهرَ وانگر
ويندي هر شيءِ ڳرڪائيندي؟

آهِ ڪنديءَ تي ويٺو سوچان
ڇا ڪوئي، طوفانُ نہ ايندو؟
جيڪو ٻيئي پيار ملائي،
ڇا اهڙو انسانُ نہ ايندو؟ (ص ص ٤٤–٤٥)

اياز جي شعر جو هيءُ چوڏهون، ۽ گذريل پنجن سالن ۾ شايع ٿيندڙ اٺون مجموعو آهي، جو هاڻي لائق پڙهندڙن جي آڏو آهي.

آڪٽوبر ١٩٨٧ع ۾، ”راج گهاٽ تي چنڊ“ جي اشاعت پيري، مون پڌايو هو ته هيءُ سنڌي مجموعو، ”ٻڙ جي ڇانو اُڀي ڪانُ ڳهاٽي“، اُن سال جي آگسٽ ۽ سيپٽمبر جي ٻن مهينن جو رچيل، وٽن تيار هو، جو ”عنقريب شايع ٿيڻ لاءِ ڏنو ويندو“. افسوس، جو اِن جي اشاعت ۾ اينري تاخير ٿي ويئي، ۽ اُن لاءِ گهڻي ڀاڱي آءٌ ذميوار آهيان. ڇپائيءَ لاءِ بلڪل تيار ٿيل مسودو مون وٽ تڏهن ڪان پهتل هو، پر ڪن اَٽڪر مصروفيتن سبب - اياز جي بار بار پارتن ڪندي به - فوري اُن ڏانهن توجهه ڏيئي نه سگهيس. خاص طرح اُن جي مهاڳ لکڻ ۾ مون کي گهڻي دير ٿيندي ويئي، جنهن جا ٻه ڪي پنهنجي نوع جا سبب هئا. بهرحال، اُن سڀ جو هڪ فائدو به ٿيو، جو منهنجي صلاح تي، اياز مجموعي کي نئين سر ترتيب ڏني، ۽ هينئر اُهو جيئن حصن ۾ ورهايل ڏسبو - ۽ اهو اُن جي ناليءَ مان ٿي پڌرو آهي - سو اُن ترتيب جو نتيجو آهي. اِن مان شاعر جي هڪ راءِ جو پتو ته پڙهندڙن کي ضرور پوندو ته مجموعي جو پهريون حصو (”ٻڙ جي ڇانوَ اُڀي ڪان ڳهاٽي“: ص ١٧- ڪان ص ١٢٩ تائين) شاعر طرفان، وڏيڪ هڪ ڳانڍاپيل شعري پيشڪش طور، پڙهڻ ۽ اُن جي تاثر ماڻڻ لاءِ، ڪين آڇجي رهيو آهي.

اياز جي هن شعري مجموعي کي ڇهن خاڪن سان نقشايو به ويو آهي. هوندي ته سڄي مجموعي جو هر نظم پنهنجيءَ جاءِ تي ۽ پنهنجي ڀاڱ ۾ پورو نظر ايندو، ۽ ان جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ لاءِ ٻئي ڪنهن نظم ڏانهن وڃڻ جي ضرورت محسوس ڪانه ٿيندي؛ پر خاص اُن جي پهرئين حصي ۾ چار (۽ ٻئي حصي ۾ ٻه) معنيٰ دار خاڪا ڏيئي، اُن سڄي حصي ۾، ۽ ان جي ڀاڱن ۾ به اندروني طور، هڪ طرح جي ڳانڍاپي جي صورت جي نشاندهي ڪئي ويئي آهي. هر خاڪي جي پٺيان ان ڀاڱي جي ڪنهن نظم جو هڪ، ٻه يا وڌيڪ بند ڏنا ويا آهن: ان نظم ۽ ان تي مداريل خاڪي ۾ مهربان پڙهندڙ ان ڀاڱي جي خاص ڳالهه ۽ تاثر موجود ڏسي سگهن ٿا. مثلاً ٻئي ڀاڱي (ص ص ٥١-٨٢) لاءِ پيش ٿيل خاڪو صفحي ٥١ جي نظم

تي مداريل آهي ۽ اُن جا ٻہ بند، پهريون ۽ آخري، خاڪي تي ڏنا ويا آهن. نظم ۾ شاعر 'ٽـري نينگرڙي' سان مخاطب آهي، جيڪو ڪارونجهر، پنهنجي گهر، جي واٽ وساري، واريءَ سان ويهي ڪيڏي ٿو. شاعر اُن معصوم کي، ان نادان نينگر کي، سمجهائي ٿو تہ 'اِها ٿر جي (مارُئيءَ جي ٿـر جي) ريت تہ نہ هئي؛ ڇو نتي هـُن ڇوڏس جي ڪڙيل چنڊ سان ساٿ نباهيو جنهن جي سـُهائيءَ ۾ (يا جنهن سان گڏ ويندي ويندي) هو پنهنجي گهر جي واٽ لهي ٿي سگهيو! هن جي گهر کي، جي لوڙهو آيل هو تہ هو ڇڪي اُن جو ڏينگهر لاهي ٻہ سگهيو ٿي! اِئين آخر ڪيئن ٿيو ٿـي سگهيو تہ ساري رات هو ٻاهر واريءَ سان ڪيڏندو رهي، ۽ گهر جي واٽ ڏي نہ وڃي! اُن جي خبر ڏي نہ لهي! ظاهر آهي، شاعر هتي 'نينگرڙي' جي تمثيل سان 'گهر ڏڻيءَ سان' 'گهر ڏڻين' سان ئي مخاطب آهي— بلڪل ائين جيئن انگريزيءَ جي هڪڙي ٻاراڻي ٻول ۾ 'پکيءَ ماءُ' کـي چتايو ويو آهي:

Lady bird, lady bird, fly home!
Your house is on fire!
And your children are alone!

[پکيءَ ماءُ، پکيءَ ماءُ، اُڏر اُڏر وڃ آکيري!
تنهنجي گهر کي آڳ لڳي آهي!
۽ تنهنجا ٻچا آهن بي‌سهاري!]

اِئين مجموعي جـي ٻهرئين حصي جـي هـن ڀاڱي ۾ آيـل اڪثر ٻين نظمن ۾ بہ اِها ئي گهر جي اونَ جـي، ماڳ ڏانهن ويندڙ دڳ جي، مقصد ڏانهن نيندڙ واٽ جي، ڳالهہ ٿيل آهي. خودما ڳ جي يادگيريءَ جي گهڻي قدر ٻهرئين ڀاڱي ۾ ڳالهہ ڪيل آهـي— "عمر ساري ٿـي رهيو هان/ آءٌ تنهنجو انتظار...." جنهن تي ئي اُن ڀاڱي جو خاڪو چٽيل آهي. ائين ٽئين ڀاڱي جي خاڪي تـي جو شعر آيل آهـي، اُن ۾ دڳ تـي هلڻ جـي، پند جي، جاکوڙ جي، جدوجهد جي ڳالهہ ڪيل آهـي. چوٿين ڀاڱي ۾، ماڳ رسڻ جي پختيءَ اميد ۽ پڪي يقين جي ڳالهہ ٿيل آهي— 'نيٺ تہ ايندو/نيٺ

تہ ايندو/ فصلِ بهاران نيٺ تہ ايندو!' اهڙيءَ طرح، مجموعي جي هن اهم حصي، ”ٻڙ جي ڇانو اڳي کان گهاٽي“، جي هر ڀاڱي ۾ اندروني ربط موجود ملندو ۽ چارئي اُن جا ڀاڱا گڏجي ٻہ هڪ ڳالهہ کن ٿا_ زندگيءَ جي، اُن جي ماڳ جي، ماڳ جي ڏڳ جي، ۽ ڏڳ جي ڪٺن سفر، اڳتي وڌڻ ۽ جاکوڙ جي.

اياز جي هن مجموعي جي ٻئي حصي بابت وڌيڪ ٻہ ڪهڙي ڳالهہ ڪجي! اُن جي پهرئين ڀاڱي ۾ اياز جا چاليهہ تہ-سٽا آهن، جيڪي ٻہ هڪ لاڳيتي نظم جيان ئي آهن، جيڪو 'اسان کي پنهنجي محبوب قومي شاعر کان اِن صورت ۾ عطا ٿيو آهي. اُن جي هڪ تہ-سٽي_ 'ڪينر گهٽ نہ پانءِ/ڪوٽ مٿان ڪنگرا/جهوري وئي جهانءِ!'_ کي اسان جي لائق نوجوان مصور، فتاح مغل، پنهنجي هڪ شاهڪار جي صورت ڏني آهي، جنهن سان ڪتاب جي اِن ٻئي حصي جي شروعات ٿيل آهي. تہ-سٽن کان پوءِ اِن حصي جي ٻئي ڀاڱي ۾ اسان کي پنهنجي شاعر کان ويهہ نظم مليا آهن، جن مان هڪ هڪ پنهنجي سادگيءَ ۽ سونهن ۾ ۽ فڪر ۽ جذبي جي پوترتا ۽ اوچائيءَ ۾ پنهنجو مثال پاڻ آهي. اِن پوئين ڀاڱي جو پويون، ۽ هن سڄي مجموعي جو پويون پر سچ تہ هڪ بهترين نظم، جنهن جي شروعات اياز بنهہ پنهنجائپ واريءَ ۽ بيحد هڪ محبوبانہ شوخيءَ سان ڪئي آهي_

ڌون جي مون کي ڪونہ مڃيندين
مون کي ڪا پرواہ نہ آهي،
آءٌ سپاٽي لاءِ لکان ٿو
جيڪو نيٺ تہ اچڻو آهي،
مون ٿي ميڙو مچڻو آهي.___

اُن سان آءٌ هن پنهنجي مضمون جي پڇاڙي ڪرڻ گهران ٿو. پر اُن کان اڳ اياز جي اِن دلبرانہ شوخيءَ بابت ٻہ اکر ضرور چوندس. جيڪڏهن اياز 'مون'، سندس پڙهندڙ، کي اِئين بي تعلق ٿي،

چوي ٿو، ”توڻ جي مون کي ڪوئ مڃيندين/مون کي ڪا پرواهه نه آهي“، تڏهن ڪيس منهنجي مڃڻ نه مڃڻ جو- زباني طور، شخصي طور- مڃڻ نه مڃڻ جو، ڪو شڪ يا اونو ڪونهي، ۽ واقعي به نه ڪا پرواهه ٿئي؛ پر عملي طور سندس ’ڳالهه‘ جي نه مڃڻ جو، سندس بار بار پڌاپل زندگيءَ جي ’ماڳ‘ ماڻڻ لاءِ قربانين جي ’دڳ‘ تي نه هلڻ جو، هن کي اونو ۽ ڏک برابر آهي، ۽ ڏاڍي وڏي پرواهه به: پر مون مان، منهنجي پيڙهيءَ مان، پنهنجي ’اڄ‘ مان نااميد ٿئي، وري به ’سياڻي‘ جي پڙهندڙ ٿئي، سياڻي جي پيڙهيءَ جي جدوجهد تي ۽ جاکوڙ تي، اجتماعي چڱائيءَ جي دڳ وٺڻ تي ۽ وٺي هلڻ تي ۽ پنهنجي نجات جي ماڳ ماڻڻ تي، هن کي پورو پروسو ۽ يقين آهي، ۽ تڏهن ٿي پنهنجي اُن آهني يقين سان چوي ٿو، ”آءٌ سياڻي لاءِ لکان ٿو/جيڪو نيٺ ته اڇو آهي/مون تي ميڙو مڇڙو آهي....“ ۽ پوءِ —

مينهن جڏهن مانڊاڻ ڪندا، مان
ساري وارياسي تي وسندس،
ڪارونجهر جي ڪور مٿان مان
ساوڻ جي ڪڪرن سان گسندس-

(مان جو تنهنجو راڳي آهيان
تنهنجو ٿيي، وڏ- ڀاڳي آهيان.)

چڻ ماڏهوءَ جو ڳوڙهو ڳوڙهو
منهنجين واين مان برسي ٿو،
ويڙهو ويڙهو، لوڙهو لوڙهو،
منهنجن گيتن سان گونجي ٿو-

منهنجا گيت گلابن وانگر،
جيڪي چوٽين منجهه لڳائي

ڌرتي تان ناريون ايندڙيون آهن
پنهنجن پيارن لاءِ سڄائي—
نيٺ ته تنهنجو مَنُ پائينديون.

چانڊوڪين راتين ۾ مارُو
مون کي ڌرڌر ۾ ڳائيندا،
بسنت رُت ۾ منهنجون وايون
گلي گلي ۾ ڦهلائيندا.

وڇ ورِ وراڪا جيئن ڪاٿي ٿي
اِئن مان تنهنجا ٿهڪ به آهيان،
رُت ۾ جئن رابيل ٽڙن ٿا
تئن ڌرتيءَ جي مهڪ به آهيان—

۽ هيءَ ڌرتي نيٺ ته مهڪي
ٿيندي ڪو گلزار سڀاڻي،
آءٌ لڪان ٿو
جنهن لئہ هاڻي.

——

حيدرآباد سنڌ — محمد ابراهيم جويو
٢١ مئي، ١٩٨٨ع

"عمر ساري تي رهيو هان
آءٌ تنهنجي انتظار...."

ماں ڪنھن جھوني ٻڙ جئن آھيان
منھنجي ڇانوَ اڳي ڪاڻ گَھري؛
سڄُ سَنھري ٿي ويو آھي
گذري ويئي آھ تہ-پھري.

ھيٺان پاڻي سونَ وَرن آ
سڄ اُنھيءَ ۾ لھرائي ٿو،
ڇولي ڇولي جئن ڇُلڪي ٿي
ڪجھہ تہ نديءَ سان ڳالھائي ٿو.

ھي سارو سنسار سدائين
گيت آڌورو ڪو ڳائي ٿو،
ڪئن ڇئجي ڪيڏانھن وڃي ٿو
اِن جو انت نہ ڪو پائي ٿو!

منھنجا ٻول بہ اِن ۾ آھن
ھي جو گيت نہ ڪنھُو اُھي،
ھي جو ساپيا وانگر سپنو
ماں پيانيان ٿو ٿنٹو ناھي!

پاڻيءَ جي لھرن ۾ ڳائي
آءٌ ستارن ۾ ڳايان ٿو،
ماں جو مُور نہ مرڻو آھيان
پنھنجو پاڻُ پيو پايان ٿو.

هيءُ بہ منهنجو گيت نہ ناهي
مون کان ٻاهر جو گونجي ٿو؟
مان ئي هي سنسار نہ ناهيان؟
منهنجو ئي تہ نہ آ هي سپنو؟

---



چنڊ سان چمڪي نياڻ
ٽا چون توکي، 'نہ وڃ!'

تون تہ مون تي چاندني آن
تون تہ آهين چنڊُ پاڻَ؛
چنڊ سان چمڪي نياڻ
ٽا چون توکي، 'نہ وڃ!'

ترس هيت، اڳتي ڳَرڻ آ
پر نہ توکي آهہ ڄاڻَ؛
چنڊ سان چمڪي نياڻ
ٽا چون توکي، 'نہ وڃ!'

آءٌ تنهنجو هان، نہ آ پر
تو پرائي جي پڇاڻَ؛
چنڊ سان چمڪي نياڻ
ٽا چون توکي، 'نہ وڃ!'

نيٺ تون موٽي تہ ايندينءَ
پر نہ رهندي هيءَ سڄاڻَ؛
چنڊ سان چمڪي نياڻ
ٽا چون توکي، 'نہ وڃ!'

---

●

تو ڏسي، حيران ٿـي
چنڊ دروازي مٿان.
ڪيترا ياتي نـہ آهن، گهر ويـو ويران ٿي!
تو ڏسي حيران ٿـي
چنڊ دروازي مٿان.
مان اڃان ڪنهن لاءِ ويٺو هان هتي دربان ٿي؟
تو ڏسي حيران ٿـي
چنڊ دروازي مٿان.
آءٌ جنهن جـي آسري هان، آءُ سو امڪان ٿي!
تو ڏسي حيران ٿـي
چنڊ دروازي مٿان.

---



تون نہ آئي آن اڃان،
آ وِهاڻُو رات جيِ
نرڙ تي جهومر جيان،
باک نڪري ٿي پٺيِ
ڪنهن ڪنوارِي خون جان،
ويل هيءَ ميلاپ جي
تون وڃين تارِي مٿان!
ٿا ڏسن ڳاڙها گلاب
تو طرف هر شاخ تان،
رات پر شبنم روئي
ٿي چوي، 'توکي ڏسان'
آهُ، کهڙي اڄ سِڀان،
آءُ، تنهنجي لاءِ مان
ڪيترو بيچئن هان!
تون نہ آئي آن اڃان....
تون نہ آئي آن اڃان....

ٿو وڇُ ۾ واهڙ وهي
هُن پار تون هِن پار مان.
هر رات تنهنجي پارڏي ٿو چنڊ حسرت مان ڪَهي،
ٿو وڇُ ۾ واهڙ وهي
هُن پار تون هِن پار مان.
تون ڪاڻ آن، تون ڪاڻ آن ٿو ڪيرُ تنهنجي گهَر رهي؟
ٿو وڇُ ۾ واهڙ وهي
هُن پار تون هِن پار مان.
اي زندگي تولاءِ ڪو ڪيئن ڀيو سَهما سهي!
ٿو وڇُ ۾ واهڙ وهي
هُن پار تون هِن پار مان.

●

مان آئين ٿي آزمايل
جڏهن وهاڻو ٿوڙَ تائين
صبح جي پهرين سنيهي کي ٻڌي ٿو؛
تون اڃان آئي نہ آهين
ڪيترو ويران گهر توکي سڏي ٿو!

در اڃان تائين کليل آ
بند ٿيو جي، ڪيئن ايندين؟
تون تہ آن جهونڪو هوا جو
ڇا سگهندين ُ سات نيندين؟
هي اڱڻُ تو لئہ تڪي ٿو

ڪنهن اڃايل نيڻ وانگر،
ڪا صدا تو لاءِ آهي
واءُ ۾ چڻ ويڻ وانگر.
تون ڇپي ويٺي تہ آهين
پر اڃان پيي وقت آهي،

هيءُ دروازو اڃان تو لئہ کليل آ
۽ اڃان تائين تہ مون کي ننڊ ناهي،
۽ ائين تو لئہ اڃايل
ايترو ترسي سگهان ٿو
جيترو ڪوئي نہ ترسي.

———

چڙ تہ ڪا آهين پڪارَ
جيءَ منهنجي جي جيارَ،
تي سدا مون ۾ رهين.

نانءُ تنهنجو تي جڳ جي جا
ڪا تہ تنَ ۾ آهہ تارَ!
تي سدا مون ۾ رهين.

وچ ۾ درياهہ آهي
۽ ڪپرَ ڪيڏا اپارَ!
تي سدا مون ۾ رهين!

مون اٿين ڏي آرزوءَ ۾
آ ڪٽي ساري چمارَ،
تي سدا مون ۾ رهين.

ننڊ توڙي جاڳ ۾ هان
آءُ تنهنجي لاءِ پيارَ!
تي سدا مون ۾ رهين،
تي سدا مون ۾ رهين.



ڇا ڇوان؟ پل پل وڃي ٿي
رات پير پائيل وڃي ٿـــي،
ننڊ مون کي ڪيئن ايندي؟
تون اڇين ٿي، تون اڇين ٿي
دور سنڌوءَ تـي نچين ٿي،
ننڊ مون کي ڪيئن ايندي؟
آءُ آڌريـــاءُ تنـــهنجــو،
چنڊَ جئــن ڦهلاءُ تنهنجو،
ننڊ مون کي ڪيئن ايندي؟
ننڊ مون کي ڪيئن ايندي.



ڇو وڻي آهين لڏي؟
هيٺن تون مون کي ڇڏي؟
ڪاش تون موتي اچين!

سڄ اوندهه ۾ ٻڏي
جيستائين مون تڏي،
ڪاش تون موتي اچين!

اڄ شفق ڪيڏا ٻٽيي
چنڊ پاڻيءَ ۾ ڳڏي!
ڪاش تون موتي اچين!

آءَ آڏري هنج جٺن
سُرُ پيو تو کي سڏي!
ڪاش تون موتي اچين!
ڪاش تون موتي اچين!

---

●

ڇا تون مٿُور نہ اڇٽي آهين؟
ڇا تون سڀ پنهنجي ڇاتيءَ ۾
گھاٽَ گھڻيون ميساري سگھنديءَ؟
۽ سو چنڊُ بہ واري سگھنديءَ
تنهنجي ڪونج تي آيل ڇيجو
تو ڪان روز چمُيون وٺندو هو؟

ڇا تون اُن ڪي ماري سگھنديءَ
جو سپنو تنهنجي ڇاتيءَ ۾
آجّ بہ ڪنهن اسرار جيان آ،
آجّ بہ تنهن دلدار جيان آ،
جنهن تي تو دل هاري آهي؟
يا تو ڳالهہ وساري آهي؟
جا گذري سا گذري ويئي،
چنڊ سچي آڪاس مٿان آ،
اڄ جي رات جتي ٻي پيئي!

——

●

منهنجي من ۾ جو رستو آ
تنهنجي گهر تي پورو ٿئي ٿو،
آءٌ پهاڙن کي اورانگهي—
روز اچان ٿو تنهنجي در تي،
تنهنجو درُ جو ڪونہ کُلي ٿو.

چنڊُ، جڏهن مان پنڌ ڪيان ٿو،
رستي تي هر وقت هلي ٿو،
مون کان اڳ ۾ تنهنجي در تي،
بيهي مون کي چڙ تہ جهلي ٿو،

’هي اُن جو دروازو آهي
مون کان اڄ تائين نہ پُٽي ٿو،‘
ايئن چئي، پوءِ هو موٽي ٿو
مون سان ساري رات رُلي ٿو؛
تنهنجو در پر ڪونہ کُلي ٿو
تنهنجو در پر ڪونہ کُلي ٿو.

———

آ سدا اُوري لڳي
جيءَ ۾ جهوري لڳي،
تون وري ايندين ڪڏهن؟

عمر تنهنجي آرزوءَ ۾
ڪيتري ٿوري لڳي!
تون وري ايندين ڪڏهن؟

چنڊ جي چانڊاڻ تنهنجي
روءَ جي چوري لڳي
تون وري ايندين ڪڏهن؟

نانءُ وٺو نانهه تنهنجو
ڳالهه هيءَ ڳوري لڳي
تون وري ايندين ڪڏهن
تون وري ايندين ڪڏهن.



ڪاش! مان تو لئہ مران!
لاش نڪري جئن گهران
ڪاش، تون ويجهي هجين!

ڇڻ تہ تون سوداءُ آن
جو نہ نڪري ٿو سرّان!
ڪاش، تون ويجهي هجين!

پيار جي اظهار ۾
ڇو ڏران؟ ڪنهن کان ڏران!
ڪاش، تون ويجهي هجين!

هر خوشي پاسي ڪري
ٿو وري تو ڏي وران
ڪاش، تون ويجهي هجين!

سڏ تي نڪري اچين
ڪاش، تون پنهنجي دران.
ڪاش، تون ويجهي هجين!
ڪاش، تون ويجهي هجين!

———



جنهن مان تنهنجو واسُ اچي ٿو
سا شيءِ مون کي پياري آهي.

هو پونم جو چنڊ مٿان آ
هيٺان ڪائي تاري آهي،
هيءَ جا رات ٿڌڙي آهي
مون کي تو جئن پياري آهي.

وائي جا ٽڙ ٻڙ گونجي ٿي
برساتي ٿي واري آهي
موت نہ جا ميساري آهي
مون کي تو جئن پياري آهي.

ٻاک ڦٽي تولاءِ تڪيندي
جاڳي رات گذاري آهي،
مون جا راهہ نهاري آهي
مون کي تو جئن پياري آهي.

●

منهنجو مُنهن جهونو ٿي ويو آ
تنهنجي لاءِ نهاريندي،
وَر وَر آڳ اُپاريندي؛
پوءِ اڃان تہ نہ پورو ٿيو آ
اچڻو آهہ بسنت اڃان
سيءَ سياٽي انت اڃان!

هي جو تنهنجو وعدو ٿيو آ
’ايندس آنءُ گلابن سان‘،
توڙي آنءُ عذابن سان
گهاريان ٿو تہ بہ ساريان ٿو،
تنهنجي راهہ نهاريان ٿو.

---

•

ڇا هي ساڳي گھر جوَ درُ آ،
جنھن‌جي ڇانئَ وٽ ويھي مون
باسيو هو تہ بھشت بہ، آهي؟

اڄ تون دُور هلي وئين آهين
ويجھي هوندي، ويجھي ناهين!

چند گھڙيءَ ۾ ساڳيو آهي
ساڳي باڪ، سرنهن جو وڻ ڇڻ
بسنت رُت ۾ جاڳيو آهي؛

اُن ۾ ڦول ڦُٽي پيا آهن،
ڦول تہ ناهن سپنا آهن
هن ڌرتيءَ جا، هاڻي جيڪا
تو لئہ ڇڻ واجھائي پيئي،
شايد تنھنجا پير اچن تہ
جن جي لاءِ ڪنائي پيئي؛

ها، هي تنھنجي گھر جو درُ آ
تون جا دُور هلي وئي آهين.

●

ڪنهن ڦهلايو رنگ شفق جو
آهي آن تي پوچا وانگر؟
ساري ڌرتي ڳجرا وانگر
گهنڊَ وڄائي ٿي، گونجي ٿي؛
هيءَ جا تنهنجي سارَ اچي ٿي
سا بہ تہ تنهنجي پوڄا آهي!
هيءُ قلم جڻ منهنجو ناهي،
جڻ سارو سنسار انهيءَ ۾،
تهن سان تنهنجو پيار اُنهيءَ ۾
سون اڄ رات سمايو آهي،
توکي آءٌ وڄايو ناهي
منهنجي مَن ۾ ٽيون آهين اڄِ،
چنڊ پريان آڪاس منجهان جئن
نڪري ندّيءَ تي جهلڪي ٿو
ڇوليءَ ڇوليءَ تي ڇلڪّي ٿو.

———



زندگـــيءَ ۾ اعـتبـارُ
پيارَا تنهنجو آهـ پيارُ
تون اچين ٿي !
تون اچين ٿي!
مَنڌَ هوليءَ جي اچي وئي
واهُ ۾ آهـــي بهـــارُ،
تون اچين ٿي !
تون اچين ٿي!
ٿـــا ستـــارا لـــڙ ڪـڙائـن
عــرش تــائين آ خمارُ،
تون اچين ٿي !
تون اچين ٿي!
ريت رواي ءَ لاءِ سانگي
* گومتيءَ جـــي لاءِ پيارُ،
تون اچين ٿي !
تون اچين ٿي!
سِنڌُ تو آئي نہ ڏسندي
ڏات جو ڪوئي ڏڪارُ،
تون اچين ٿي !
تون اچين ٿي!
عمر ساري ٿي رهيو هان
آءُ تنهنجـــو انتظـــار
تون اچين ٿي !
تون اچين ٿي !

---

* گومتي ــ هڪ ندي

●

رات صُراحي آهي، جنهن ۾
مَيءِ ڇلڪي ٿي، پوءِ بہ اُن جو
ڪوبہ ترو ڪونهي.

اُن مان ڪيئي جامَ پيئان ٿو
تون ايندين ءَ، تنهن لاءِ جيئان ٿو.

جي ڪو در تي کڙڪو ٿئي ٿو
من ڇرڪي ٿو
۽ سوچي ٿو
تنهنجو آدرياءُ ڪري ڪئن؟
تو لئہ ڪوئي جام ڀري ڪئن؟
پوءِ ڏسي مايوس ٿئي ٿو،
هي تہ هوا جو جهوٽو آهي
جنهن ۾ تنهنجي پنڌ پوڻ جو
ڪوبہ پترو ڪونهي!
رات صُراحيءَ وانگر جنهن جو
ڪوبہ ترو ڪونهي!

---

●

سنجها ٿاڦو جئن ايندو آ
چنڊ وَلين جان
جوت پٽين تي چاڙهيندو آ،
گذريءَ رُت جون سارون مون لئہ
ساوڻ جي گهنگهورگهٽا جئن
ايندڍيون آهن،
ڪنهن ايڏي پُرشور هوا جئن
ايندڍيون آهن،
سڀڪجھہ اڏري ويندو آهي،
تنهنجو روپ رڳو رهندو آ؛
چندرما جي چانڊوڪيءَ جئن
ڪارن ڪڪرن ۾ ڪَهندو آ؛
۽ پوءِ مان سوچيندو آهيان،
تون جا منهنجي چانڊوڪي آن،
سچ پچ منهنجي پانهـُنہ ۾ تون
گهورگهٽا جئن وارَ وڇائي،
۽ ڇهري جو چنڊ ڇـُپائي،
ڪالهہ هئينءَ ڪنهن سپني وانگر؛
يا هـِي سچ پچ سپنو آهي
سپنو، جيوَن ساري وانگر؟

———

ڪونج وانگر تو قران مان
ٿي پڌين ڪرلاءُ منهنجو؟
تا ٻڌن تارا فلڪ تي،
تون اڃان ڏائين فجر جئن
ڪانء آئي آنهء گهر ۾؛
تون نہ ايندينءَ پو بہ تر ۾
سوجهرو ٿيندو، آوَس ٿيندو آياٺي!
آ چڙهيو ڪيڏو نہ پاڻي
۽ سنڌو تمثار آهي!
تو ڏٺو آخر پراهين پار ڇاهي؟
ٻڌ! ٻرن تا چنگ ڪيڏا
۽ ڇتا بيدار آهن،
لار آ تن جي هوا ۾
چڻ نہ تنهنجي سار آهن!
ڇا ٻڌي پيهار مون سان
ڪانء هم آغوش ٿيندين؟
يا صدا برگوش ٿيندين؟
ڪيستائين ننڊ نيندين؟
ڪونج وانگر ڪونء ٿيندو
رات سان سرچاءُ منهنجو.
ٿي ٻڌين ڪرلاءُ منهنجو؟
ٿي ٻڌين ڪرلاءُ منهنجو؟

---

●

تون مٿان ائين سمجهين
ياد تون نہ آن مون کي؛
چنڊُ جئن گهٽائن ۾
دور دور ويندو آ:
تئن ڇپي وئي آهين؛
دور ديس ۾ ڪنهن جي
گهَرِ ڪُپي وئي آهين.
اڄ بہ آهہ منهنجو من
ڪنهن اُداس گهر وانگر؛
ڻا پُڊن جڏهن آهٽ،
ڇڻ تہ نيڻَ در وانگر
ٿا ـ کُلي پون منهنجا!
انتظار مون ڇا ڇا
رات ڀر ڪيو آهي؟
تون اڃان نہ آئي آن:
من تہ بي ڇَيو آهي
تو چوي تہ 'تون ايندينءَ
'رُت بسنت جي ايندي،
'پينگهہ ايئن آڳَر ۾
'تو سوا نہ جهوليندي. ـ'
تون ضرور اچڻي آن!
تون ضرور اچڻي آن!

———

●

تو اچين ٿي!
تو اچين ٿي!
گهَرُ آهو پَر ڪونہ آهي؛

دَرُ آهوئي آهہ اَن جو،
پاهران تو وٽ ڏٺو هو
پَرُ آهو پَرَ ڪونہ آهي.

ڪنب تنهنجي لاءِ ڪامن
هنجَ تو لئہ ٿا اڏامن
سَرُ آهو پَر ڪونہ آهي.

اڄ بہ هُو تو لئہ تڪي ٿو،
ڏيهہُ ساگيو آهہِ تنهنجو
ڏَرُ آهو پر ڪونہ آهي.—

تون اچين ٿي
تون اچين ٿي.

———

●

پيارَ! تنهنجو انتظار
ڪيستائين مان ڪيان؟

تون ڪڏهن ايندين ءَ گلن جئن
ءِ ڪڏهن ايندو بهارُ؟
پيارَ، تنهنجو انتظار
ڪيستائين مان ڪيان؟

آ پُنِي منهنجي حياتي
آهه باقي ڏينهن چار،
پيارَ، تنهنجو انتظار
ڪيستائين مان ڪيان؟

ڪونه ٿو ڪنهن کان پڇي هو
موت تي ڪهڙي ميار!
پيارَ، تنهنجو انتظار
ڪيستائين مان ڪيان؟

---

●

ٽي ٻري شعلي جيان،
زندگي منهنجي مٿان
اوچتو ڪامي وڃي،
ڪا گهڙي ٽولاءِ اوندهه ٿي وڃي؛
مان تہ ڀانيان ٿو اڃان
جيستائين ڪيترا شعلا ٻرن
روشنائي ڪن گهڻي،
آءٌ تنهنجي لاٽ ٿيندس؛
ڪيئن ڇنجي ڪيستائين؟
رات رهندي جيستائين
تيستائين
آءٌ تو لئہ واٽ تي چمڪاٽ ٿيندس،
آءٌ تنهنجي لاٽ ٿيندس
آءٌ تنهنجي لاٽ ٿيندس.

———



ڪاري رات ڪڪر ڪوٺن تي
ساڻوڻ جا وسڪارا ڪن ٿا،
ڪو دَم مينهن وچي ٿو ٻيهي
ڌم ڌم، ڌم ڌم تارا ڪن ٿا.

ٻاٽ انڌاري ۾ مان پنهنجي
ٻانهَن پيو ڳوليان اي ساٿي!
تون جو ڀِئي ڪنهن ڳهر ۾ خوش آن
توکي ٿو ڦوليان اي ساٿي!

ڪاري رات ڀهاڙن جيڏي
آءٌ اڪيلو جهاڳي ويندس،
بادل ٻرسي ٽڪبا ۽ مان
پنيرڪي کي پيڙو ٿيندس.

تون جو مون کي ٻانهَن نه ڏين ٿو،
جيڪو ڳهرُ پنهنجو سمجهين ٿو
ساٿي! سو ڳهر تنهنجو ناهي؛
اهڙو وقت به ايندو توتي

ڪاريءَ رات ڪڪر ڪوٺن تي
جڏهن ڪندا تو وٽ ڳجگوڙون،
پنهنجي ڳهرَ کي ياد ڪندين تون؛
پر اُن جا دروازا کولي
توکي سَڏ نه ڏيندو ڪوئي.
توکي سَڏ نه ڏيندو ڪوئي!

---

●

ٿوري ڪيئي سال اسان آ
هڪبيءَ لاءِ واجهايو ساٿي،
ٿون هاڻي ڪجهه دُور لڳين ٿو
لاڀو ناهه سڄايو ساٿي!

تنهنجا پارَ اسان جا ناتا
هاڻيءَ ڪونه سُڄاڻي سگهندا،
هيءَ تاريخ نِڌوري آهي
ليڪن هُو ته نه ڇاڻي سگهندا!

ڇا ڪاڏهي ڪنهن وقت رَڙورَڙ
هن ڌرتيءَ کي ڇرڪائيندي؟
يا هيءَ سانت وَسيهر وانگر
ويندي هر شيءِ ڳرڪائيندي؟

آءٌ ڪنڌيءَ تي ويٺو سوچان
ڇا ڪوئي طوفان نه ايندو؟
جيڪو پيئي پارَ ملائي
ڇا اهڙو انسان نه ايندو؟

ڏاڍي دير لڳي وئي آهي
سڀ دروازا بند ٿين ٿا،
پوءِ به ڪي ڪي ڏيئا آهن
جي ڪجهه ٽمٽم لاٽ ڏين ٿا.

ڏرتيءَ تي رانديڪن وانگر
سپنا سارا پکڙيل آهن،
چوڌاري گهرگهر ۾ ڪيئي
ٽو مان پارا پکڙيل آهن.

——



ڪيئي لَڪ لنگهيا آهن مون
اي پرڏيهي!
منهنجي پيرن منجهه لڦون يا
نيل ڳَنڍن ۾ تارا آهن!
(ڇا ڪو اهڙو پانڌي آهي
جنهن کي پير نه پيارا آهن؟)
هاڻي ڪنهن پٿر تي ويهي
پنهنجا ريٽا پيرَ ڏسان ٿو
۽ هي ديهي
ان تي سڀ اندير ڏسان ٿو
اي پرڏيهي!
منهنجا وارَ ڇڏي ويا آهن
منهنجي ديد نه آهي ساڳي
ڪائي عيد نه آهي ساڳي؛
اڄ مان جهوني بڙ وانگر هان
جنهن تي سَو طوفان لڳا، پر
اُن کي ڪو نه سگهيا ليٽائي؛
موت مگر خاموشيءَ سان ٿو
مون جهڙن هر ڪنهن کي ميٽائي.

●

ٻيو نہ ھجي پر منھنجي ڪِوَتا
تو لئہ اھڙو ڪارڻ آھي
جنھن جي لاءِ اچين تون موٽي؛
تنھنجي منھنجي وچ ۾ وڇوٽي
چاڏين ٿو تہ اجائي آھي؟
پر تو اڄ اپنائي آھي
مون بن ڇڻ ٻي ڪائي ڌرتي؛
مون کي تون جنھن وقت پڙهين ٿو
سوچين ٿو تہ ’وسامي ويندو،
’ھي تہ ھوا ۾ ٻارڻ آھي‘،
پر ھي اھڙو ڪارڻ آھي
اَنت سمي تائين ھلڻو آ
تيسين ڌرتيءَ تي جلڻو آ
جيسين ٻاڪ ٻلاري ڦٽندي،
جيسين رات اونداري ڪٽندي.

———

●

ڏورُ بـــہ ڏِسُ ڏِيسيئڙا !
ماڳ اسان جو ساڳو آهي.

تو لئہ پيو ڪو چارو ناهي،
پيو تہ ڪٿي نيٺارو ناهي.
ڏک اهوئي آهي جنهن تي
چنڊ وجهي تو لِيئڙا !
ڏورُ بـــہ ڏس ڏِيسيئڙا !
ماڳ اسان جو ساڳو آهي.

مورِکَ چار ڪلونا ناهي،
وينو آهين ڇا ڪي چاهي؟
ڏَنّ سوا پيو تو وٽ ڇاهي؟
سون وٽ ڪيڏا ڏيئڙا !
ڏورُ بـــہ ڏس ڏِيسيئڙا !
ماڳ اسان جو ساڳو آهي.

هي جو اُجرو آنّ ڏسين ٿو-
ڇا اهڙو ڪو ڏَنّ ڏسين ٿو؟
هن ڌرتيءَ جي مٽي آهي
سونَ جيان سانگيئڙا !
ڏورُ بـــہ ڏس ڏِيسيئڙا !
ماڳ اسان جو ساڳو آهي.

---

ٽِنگِرڙا! تون هي واريءَ سان
ڪنهن جي لاءِ اڏون ٿو ڏاهين؟
هو چوڏس جو چنڊ ڪڙو آ
چپا، جهڙي آن سان ساٿ نڀاهين!

چپا، تون پنهنجي ڪارونجهر ڪي
ساري رات وساري سگهندين؟
هي واريءَ جو کيل رچائي
پنهنجي گهر کي واري سگهندين ؟

●

هيءَ گھٽي جا دور ڪيٽي ٿي
دورُ افق جي سيني ۾ چڀيل خنجر وانگر،
اُن ۾ هيءَ تنهنجي گھر ڏانهن ڪر
شايد ڪاٿي جاءِ لڳي ٿي،
پر ٻي ڪنهن جي لاءِ لڳي ٿي.

تون ته اجايو بيٺو آهين،
اُن وٽ بيهي ڇا ٿو چاهين؟
دور اُفق جي سيني مان جو
خون وهي ٿو،
اُن ڪان اڳ ۾ جو تو تائين
پهچي، تون جيڪر ڳالهائين
مون کي پنهنجي سوچ ٻڌائين؟

هي گھرُ جي تنهنجو ٿي آهي -
۽ اُن ۾ ٻيو ڪوئي آهي،
اُن کي حاصل ڪيئن ڪندين تون؟
اُن کي حاصل ڪيئن ڪندين تون؟
اُن کي حاصل ڪيئن ڪندين تون؟

---

نينگرڙا! ڇو واٽَ وساري
آ تو پنهنجي ڪاروَنجهر جي،
جنهن تي مورَ ٽهوڪا ڪن ٿا؟
اهڙي ريت نه ناهي تر جي!

نينگرڙا! تون هي واريءَ مان
ڪنهن جي لاءِ لڏون ٿو ڏاهين؟
هو چوڏس جو چنڊ ڪڙو آ
ڇا جهڙي آن سان ساٿُ نماهين!

هي جو گهر ڪي لوڙهو آهي،
توتي ڪائي روڪَ نه ناهي!

ڍِنگهر تون ڪنهن وقت هٽائي
آن مان جي ايندين نه چڱو آ،
هو چوڏس جو چنڊ ڪڙو آ!
جو گهر ڏي تو واٽَ پسائي،

ڇا تون پنهنجي ڪارونجهر کي
ساري رات وساري سگهندين؟
هي واريءَ جو کيل رچائي
پنهنجي گهرکي واري سگهندين؟

●

ماڻهو چنڊ تي پيو وڃي ٿو،
تون ته اڃا ئي ويٺو آهين!
ڌرتيءَ تي دنبور وڄائي
ڇو، تون آخر ڇا ٿو چاهين؟

ڪنهن به گهڙوليءَ واري ٽُنهنجي
ڪاٻه ڳجهارت ڪانه سَلي آ،
ايئن به ناهي ڄاڻي واڻي
هُن تو ڪان ڪا ڳالهه ٽالي آ.

هُن وٽ جو ڪچڪول به آهي
هُن تو کي سڀ ڏيکاريو آهي،
هر ڪوئي اسرار ازل جو
ڇڻ تو لئه اوڳاڇيو آهي.

تن ۾ ڪاٻه ته معنيٰ ناهي
هي جي تن جون ڪافيون آهن؛
تو وٽ جو ڪجهه ڪونه رهيو آ
تنهن جي لاءِ تلافيون آهن.

هي ڌرتي جا ڳڻ ڳاڻ وارا
ڄاڻُ اُنهن اڏڄاڻن کهڙي؟
سِنڌُ ڏسي به نه ٿا هنُو سمجهن
پينگ وسهي ٿي پاڻن کهڙي!

چاڙهين ٿو تہ اچوڪو ماڻهو
دنيا ۾ ڇا ٿي ويو آهي؟
تون تہ اَٿي ڏي ٻيٺو آهين
ماڻهو چنڊ ٽپي ويو آهي!

---

●

آٿ نہ ٻاهر ڏسون ڇا نہ گهمسان آ!
يا تہ برسات آ يا تہ طوفان آ!

هي اَنڌ ۾ ڏکڻ ڪيئن تا گڏ گهٽن؟
ڇا نہ امڪان آ! ڇا نہ امڪان آ!

ظلم مغرور آ ظلم مسرور آ
نيت مغرور آ نيت نادان آ!

قهر آ شهر آ؟ يا رڳو زهر آ؟
رات جو پهر آ چنڊ حيران آ!

اي 'اياز' اڄ ٽڙي پا سپاٽي ٽڙي
وقت قاتل جيان ڪوئي مهمان آ.

---

●

ڇا رکو فهرست ۾ تون نانءُ ٽيندين
يا هتي پيرا ڇڏيندين
ايترا، جو ڪوبہ پيو پيرو نہ هوندو!

تون بہ هرڪنهن جئن ڪناري ڏانهن ايندين،
وقت ڪنهن درياهہ جئن ڇوليون هڻي
اوچتو توکي ڪڏهن ويندو کڻي.

ڇا هتي پيرا ڇڏيندين
ايترا، جو ڪوبہ پيو پيرو نہ هوندو؟
ڇا سدائين لئہ لڏيندين؟

تون وري پيهر ڪناري تيَ نہ ايندين؟
نيٺ هي درياهہ ٽيندين؟
ڪوبہ پيو پيرو نہ هوندو،

۽ هتي پيرا ڇڏيندين
ايترا، جو پيو بہ ڪو پيرو نہ هوندو؟

——



هڪڙو ماڻهو ڪافي آهي
جي هُو سچ چوي ٿو،
هڪڙو لکن ٿمي ٿو.

سچ اهو ٻوٽو آهي، جو
هڪڙي هنڌ ڪِرڙي ٿو
۽ پو پنهنجا ٻِجَ پکيڙي
گهر گهر منجهه ڦِرڙي ٿو.

ڇا جي تنهنجو ساٿي ٿلهي
ساٿي نڪري پوندو!
تنهنجو سچ هنڌائبندو، پو
ساري جڳ کي ڇوندو.

سچ جي لاءِ صليبون ماڻهن
اڳ به ڏاهيون آهن.
تون تہ اهو ڇائين ٿو، سي تو
اڳ به ڇاهيون آهن.

---

●

آدم جو خونخوار درندا
تنهنجي دَر تي چنگھاڙن ٿا،
تنهنجو تن تہ هڏائون پڃرو
تنهنجو مَن چيرن ڦاڙن ٿا؛
گَھري ننڊ سُتو پيو آهين
هُو تنهنجي چُرپُر تاڙن ٿا،
تنهنجيءَ هر هُرکُر تي توڏي
ڪنڌ اچانڪ هُو لاڙن ٿا،
۽ سوچن ٿا، 'هُن جي تَن ۾
'اڄ تائين ڪو ساهُہ رهيو آ؟
'اهڙو ڪو ويساهُہ رهيو آ
'جيڪو دنيا کي اڳ وانگر
'اَڄ بہ بدلائڻ چاهي ٿو؟
'جو موجودہ کي ڊاهي ٿو
'جو مستقبل ڏي ڪاهي ٿو؟
'جيڪو سَچُ چيو آهي هُن
'اُن ۾ ڪو اُتساهہ رهيو آ،
'جو خطري جو باني آهي؟
'اهڙي ڪابہ نشاني آهي،
'جو هن کي پيڙيون پارائي
'پيهر قيد ڪجي پڃرُ وانگر!'

———

•

ماڻهو ڪيڏو ڳالهائن ٿا!

خاموشي بي‌انت سمندر
جنهن جو ڪو ٿيراڪُ نہ آهي،
جي معنيٰ جا موتي، تن جو
هرڪوئي هيراڪُ نہ آهي،
ماڻهو ڪيڏو ڳالهائن ٿا!

روز سياست تي بہ گهڻوئي
تن جي گفت و شنيد ٿئي ٿي،
پوءِ بہ آهي نابين، انهن جي
ديدَ بظاهر ديد ٿئي ٿي!
ماڻهو ڪيڏو ڳالهائن ٿا!

پوءِ بہ ڪنهن آمر جي اڳيان
سَچ چوڻ کان لهرائن ٿا،
’ڪو آهي جو سَچُ چئي ڏي!‘
هڪٻئي ڏي هُو واجهائن ٿا.
ماڻهو ڪيڏو ڳالهائن ٿا!

آهي ٿورا حرفَ حقيقت
جي اُن ۾ الجهاءُ نہ آهي؛
سَچُ بنهہ آسان ٿئي ٿو
پر جي سَچُ چوڻ کو چاهي!

———

روز جهولو لڳي روز پيرون پڇن،
شال مارو اچن! شال مارو اچن!

هو ڏسو! هو ڏسو! ڪيرڻ تي ڪڪر
دور آڪاس ۾ اڄ وڃون ٿيون نچن!

مينهڙا ڏينهڙا شال ڦيري وچن!
سنڌ وانگر اچن، جي هوائون اچن!

موت سان فوت سپنا نہ ٿا ٿي سگهن
جيئن ماڻهو مرن تيئن ميڙهو مچن۔

ابر جو ساٿ ڏي، ٿو اچي، ٿو اچي
هي نہ آ ڪم ڪچن، ڪير ڏسجي بچن!

اي ’اياز‘ آدمي ٿو مري هونءَ پي
ڪونہ ڪنهن کان ڏنا سچ ڳالهيون سچن!

●

زندگي! دوُر جي قيد ۾ ٿيو رهڻ
صبر هاڻي نه آ، جبر ڪيسين سهان؟

گهنڊ مون لاءِ ڪنهن دير کان ٿو وڄي
قافلو ٿو ڪٿي، مان به تنهن سان ڪٿان

نانءُ منهنجو به تون، ٺانءُ منهنجو به تون
آءٌ تو کان سوا ڪونه هان، ڪونه هان!

تون ڪڏهن ٿي اچين مينهن جي ٻوند جئن
سپ وانگر پيو مان وڇوڙو سهان؟

اي 'اياز' اڄ ڪٿي چنڊ جهڙو پرين
ڪاش هن کي ڪٿي آءٌ ڳولي لهان!

●

اڻين لڳي ٿو اي آزادي!
هُو ٿوکي جنهن وقت ڏسن ٿا،
منهنجا نيڻ وري ساڳيئي
سپني سان سُرڀاٽون ڪن ٿا!

نيٺ ته ساڻيا ٿيڻي آهين
تون جا سپنو آن اڄ تائين؛
تنهنجي لاءِ تڪيندا رهندا
وَر وَر منهنجا نيڻ سدائين.

ڪير چوي ٿوکي ڳوليندي
منهنجي عمر اجائي ويئي!
ڳولا خود به ته آزادي آ
ساري عمر سجائي ويئي.

———

●

منڊلي تارن پري آڪاس جي
ڪيترو چمڪڻ ڪان آهي پري؛

ٻهڙ وايوءَ تي ڏري
* ڇڻ مها مايا وچي ڏي!

ڪي ٻه ڏرتيءَ تي ڌماڪا ڪونه آهن
واءُ ۾ ڪنهن جا ٻه واڪا ڪونه آهن!
* جافنا ۾ چُپ چوڌاري ڀري ٿي
ڇڻ ته پنهنجيءَ سوچ ۾ آهي ٻڌل
ٻُڌ اَج ڏاڍو ڏنل!ــ
'ڪجهه ٻه ڪنهن ڪي تياڳ مان ورڻو نه آ!
'ڇڻ هتي ڪوئي ٻيو مرڻو نه آ
'گوليءَ بنان
'رت جي هوليءَ بنان،
'ڪو بسنت اچڻو نه آ
'ڏاڍ ۽ ڌماڪي جو
'ايئن انت اچڻو نه آ!'

---

* مها مايا ــ ٻُڌ جي ماءُ
* جافنا ــ سري لنڪا ۾ اها جاءِ جتي دهشت پسند تامل فوج کي آڪٽوبر ١٩٨٧ع ۾ شڪست ملي.

●

ڏَرَ ڏَتي! ڏَرَ ڏَتي! جاءِ ڪاٿي تو ڏِني!
تاءُ ايڏو ڏَنڊِيءَ ٿاءُ ايڏو ڏَنڊِي!

آءُ، تو لئه اچا منتظر آهيان
ڇا وَڻيئين تون ڇڏي؟ تو سڏائين لڏي؟

تون ٻه آهين اَڃو پيءُ هُن ٽانوَ ۾
نم جي ڇانوَ ۾ وَيهه ڳوڙهو ڳَڏي!

هي عدم ڏي قدم روڪ اي همسفر
هيءَ ڌرتي نه ٿِي پيرَ تنهنجا ڇڏي!

اي 'اياز' اوچتو سنڌ پڙڪي پئي
آگ ٻيئي ٻَري، آگ پيئي سڏي!

---

●

تنهنجي مينهن تي ڪڪري آهي
باک جتي ٻه ڦٽي ٿي، تنهنجو
ديس اُهو ڇڻ ويڙهي آهي؛
منورتي ڇا ميري آهي.
ٻئي جي اوچل مکڙ تي پيئي
اڳ ۾ کان ٻه انڌيري آهي.

تنهنجو وَسُ پڇي ته سپيئي
سڄ سنهرا ديس مٽائين!
توکي گهُرجي رات، پيو تون
ڪنهن ڇمڙي جڻ پر ڦڙڪائين!

پر هيءَ رات ته پوري ٿي آ
اڇي باک پليري آهي،
ڏنڌُ گهٽوئي آ، پر نڪتي
ڪائي ريک اڇيري آهي.

——

●

منهنجي ذات اچان بہ تہ آ ڪنهن مرهم وانگر
تنهنجو چـمُ، آنهي چمُ وانگر
جنهن ۾ ڪنهن خنجر ڪوڙيو آ—
ڪيڏو گهاءُ ٿيو آ توکي، تو لوڙيو آ!
تو مان آءُ نچڪي خنجر جنهن وقت ڪيان ٿو
مرهم مرهم گيت چوان ٿو،
تون تہ ائين مون ڏانهن ڏسين ٿو
برهم ٿين ٿو
مون تي ساري رات رنبين ٿو
چڻ هي خوني خنجر جيڪو
تنهنجي جيءَ اندر پيٺل آ
تنهنجي ڇاتيءَ ۾ ويٺل آ
تنهنجي ئي دل آهي
تنهنجي ئي دل آهي.

●

عمر تون منهنجي گهٽائيندين ته ڪونه!
مان هزارين سال هان.
مان اڄتنا ڪان به اڳ ۾ هان، ڇتائي تو ڏٺو نه،
مان هزارين سال هان.
ڇونه مان آزاد ٿيندس، جي رهڻ چاهيان ته ڇونه!
مان هزارين سال هان.
پانڇيءَ جو واهپو مون سان آڏيي ڪوئي ڪيو نه،
مان هزارين سال هان
مان هزارين سال هان.

---

●

سرد ڏاڍي آهه رات
آگ اڄ ٻرندي رهي
برف وانگر آ ڄمي وئي بات جا آئي به وات،
سرد ڏاڍي آهه رات
آگ اڄ ٻرندي رهي.
تيرگيءَ تيرگي آ، تَـــي اُجهامـــي ڪائنات،
سرد ڏاڍي آهه رات
آگ اڄ ٻرندي رهي.
ڪُنهن جِتَهنَ ٿي سان متان، جرڪي پئو، ئي هي شش-جهات!
آگ اڄ ٻرندي رهي.

---



هُو چون ٿا هيئن ڇَو
مان چوان ٿو 'اِئَن نہ چوندس'
زندگي گذري وئي ڪنهن جو ڪيو مون ڪونہ ٻَڌو،
آگ جو مون ۾ اچا تائين اُهوئي آهہ تَوهُ،
جا چوي ٿي، 'جي پتنگ آهين تہ مون ۾ پاڻُ ٻَرُ!'
هُو چون ٿا هيئن ڇَو
مان چوان ٿو 'اِئن نہ چوندس'۔

●

ٽانڊيا ڏوڙي اڄان

مون اکيان لڪي ڀيو،

هي ته سمڪن ناهه مان ڪنهن سامراجيءَ کي ميڄان،

او آزادي! اڄان مان ڪونه ڏٺو پيرو پڇان!

سر ڏيريءَ تي اڄ به آ، تنهنجيءَ گليءَ ۾ ٿو وڃان

ٽانڊيا ڏوڙي اڄان

مون اکيان لڪي ڀيو،

●

’دنيا ڏيوندڙ تي طالب ڪُتي‘
ٻُلهي شاهه گهڻائي آهن،
مون ڪي مُهر ڇپڻ تي آهه جو
تن مان ڪي پنهنجا ئي آهن.

قلم جيان ڪائي به امانت
ماڻهوءَ جي ورثي ۾ ناهي،
آ جنهن جي تاريخ لکي وئي
تنهن ساري عرصي ۾ ناهي. *

اهل قلم پنهنجيءَ ڌرتيءَ تي
جي به پيمبر ٿيندا آهن
دنيا کان ڪجهه وٺندا ناهن
دنيا کي ڪجهه ڏيندا آهن.

ادب طوايف وانگر نڪري
پنهنجو پاڻ جڏهن وڪڻي ٿو
ڌرتيءَ تي اندير ڏسڻي، پو
ان کي ڪو غُصو نه اچي ٿو

* ورثو ۽ عرصو— ٻنهي هم قافيه لفظ آهن ۽ انهن جو قافيي طور استعمال مان جائز سمجهان ٿو. سنڌيءَ ۾ س، ث ۽ ص جي اُچار ۾ ڪوئي فرق نه هوندو آهي.

پنهنجي خاموشيءَ تي شايد
اُن کي ڪوئي شرم نہ ٿئي ٿو.

شرم وڏي شيءِ آ ٻاڏهوءَ ۾
شرم نہ آهي ڪجهہ بہ نہ آهي؛
هيءَ ٻي ڳالهہ طوايف وانگر
جي ڪوئي دنيا کي چاهي،
پنهنجي ڪُوڙي سُڪ جي ڪارڻ
ڌرتيءَ سان لاڳاپا لاهي!

---



نانءُ تہ هن جو ’آجو‘ آهي
هن جي ذات ’کتوهر‘ آهي
هن جا مائٽ هاري آهن
هيءُ انهن مان لوهر آهي.

روز اهو بندوقون پلٽي
ڀهراڙيءَ کي ڀهچائي ٿو،
مون هن کي خاموش ڏٺو آ
لوڪُ ڏسي هو لهرائي ٿو.

ڪاري رات رليءَ جهڙن پائي
ننڊ جڏهن سنسار ڪندو آ،
هن وٽ ماڻهو ايندا آهن
جن سان هي واپار ڪندو آ.

ڪنهن جي لاءِ ڪمائي ٿو هو
هُن جي ٿيِي تہ نہ ڪا شادي آ!
هن جي ڪا محبوبہ آهي
جنهن جو نالو آزادي آ.

---



منهنجا گيت پڙاڏي تنهنجي
جنگ پيا جوڙن.
تو وٽ جو دنبور هيو، تو
ڪالهه تعصب جي سر تي ڦهڪايو هو.
تو جا وائي ڳائي هئي
بيت به جيڪو ڳايو هو
سنڌ ديس جي ڌرتيءَ تي ڦهلايو هو،
اُن ۾ ڪائي جنگ هئي؛
ڌرتي ڪيڏو تنگ هئي،
ڪالهه تعصب وارن کان
تن ڪِکيءَ جي ڪارن کان
ماڻهوءَ ماڻهوءَ جي من ۾ جن ڪا بدبو ڦهلائي هئي؟
ڪلهه جا تنهنجي وائي هئي
تنهن ۾ ڏين سان جنگ هئي؛
ڌرتي تنهنجي سنگ هئي
رڳڙي تنهنجي رنگ هئي،
هئوءَ جا تنهنجي جنگ هئي
سا اڄ تائين جاري آ.

●

هي ڇؤنرا جي ڇانوڪيءَ ۾
ڪارِي ٽر تي ٻيٺا آهن؛
پنهنجا پنهنجا ڏکَ لڪائي
پار ٻڪايل ڇاتيءَ لائي
ربَ رُڳيءَ لئہ آتا آهن،
ڇنڊ آنهن لئہ ڪا شيءِ ناهي!
ڪيڏي سونهن سهي پيئي، پر
منڊ آنهن لئہ ڪا شيءِ ناهي!
ڪُونيت پنهنجي جهولَ جهلي ڇنڊُ
برکا رُت کان ٻيک گهرن ٿا!
اڄ ڪوئي آواز نہ آهي
سَنَ بہ ايڏي، ڪنَ ڪُرن ٿا!
پر ڪنهن وقت ٻڪايل ابهمُ
جاڳائي ٿو ٻڪ وگهي گهرُ
کير ٻنان جي ٿڃ لڙڪن ٿا
چوسي ٿو ڪنهن ڪُنڙي وانگر
ڇڳڙن جي ڇنڪار اچي ٿي
جيسين، تيسين گونجي ٿو ٿرُ



دردِ محبت ڇا ٿيندو آ،
دردِ محبت تون ڇا ڄاڻين؟

ڪنهن جي عارض و لب جي دوري
ناهہ ضروري،
پيو بہ تہ ڇا ڇا ٿي ايندو آ
۽ دل کي تڙپائيندو آ؛
دردِ محبت ڇا ٿيندو آ،
دردِ محبت تون ڇا ڄاڻين!

وڻ وڻ سان وهنوار ٿئي ٿو
پيار ٿئي ٿو
ڇڻ تہ پُسيون ۽ پيرون منهنجا
پينر آهن، پاڻُر آهن،
* تنهنجا گٽيل گَولر آهن
جن کي دور ڇڏي آئين تون
۽ جنهن وقت لڏي آئين تون
وات وات تي ڪائي گهٽي
ڇڻ ڪا مرٽي
تنهنجي پيرن کي چنبڙي ٿي،
دور ڇڏي آئين تون تنهن کي

* گٽيل ۽ گولر — هندستان جا وڻ جي قل ڏيندا آهن.

ڏور لتاڙي
پنهنجي اندر جي ماڻهوءَ کي
ڇيري ڦاڙي،
ڪنڌ نه لاڙي؛
منهنجي پاڙي
ڪائي زخم درندي وانگر
ڇنگهاڙيو تو،
رَتُ پيئي مُنهن ماٿ ڳاڙهو تو،
ڪيئي سال ٿيا آهن، تو
پنهنجو رَتو رَتُ مُهانڊو
ڏوٺو ناهي
ڪارو ڪارو رَتُ اجا ڪنهن
تنهنجي مُنهن تان لاٿو ناهي!
هاڻي ڇا تون منهنجي پاڻيءَ
دردِ محبت کي ٿو چاهين؟
ڪهڙن ڇڙيي!
او ڪهڙن ڇڙيي!!

●

سنئين لڳين ڪوئي بہ تہ ناهي، هرڪو آهي گهيري ۾
کهڙا ٿـو سوداءَ پڇائين ويهي * ’مير‘ انڌيري ۾
اُڌري اُڌري ٽڪجي پوندين پنڇي روز پٿوڙي پـَر
تنهنجو سپنو ڪٿي بہ ناهي، ڇڻ ڪنهن سانجهہ سويري ۾!
تـاڪ لڳايئہ نـرڙُ سَجايئہ، هَٿُ وِڇايئہ مَٿُ ڏسي،
پر ڪنهن جاتَ آسات نہ لاتيئہ ڇپپي ائين ٿي ڇيري ۾!
ڪـَچي آ ديوار، ڪڏهن هي ڦهڪو ڪاڏي ڪرٽي آ،
ڪيڏو ٿـي مضبوط لڳـي، پـر دنيا تيري ميري ۾!
پنهنجا پنهنجا پول ٻڌائي، پـَر ڦهلائـي اُڌري ويـا
تو وٽ ڪالهہ پرندا آيا جي تنهنجي آکيري ۾!
رات پئي برسات، هوا جو ڇا تو ڪوئي شور ٻڌو؟
وڻ ورڪا ڇڻ ڪاڏا ٿـي، لاٿَ وسائي ديري ۾!
اُنَـر ڪـان هـالار مٿان، تو ڪيڏو ڪارونڀار اڇـي!
ڏکڻ ڏانهن هلي آ اُڌري، ننڊ نـہ ڪر واهيري ۾.
پنهنجي جوت جلائڻ وارا، سڀ نڪري ڪيڏانهن ويـا
ايڏي رات اياز گذاريئہ ڪنهن جي لاءِ انڌيري ۾؟

---

* ’مير‘ـ اُردو جو شاعر مير تقي مير. هي غزل اُن جي ٻحر ۾ آهي.

●

سنڌوءَ جو پاڻي ته مِٺو آ،
پر مون سُپنو ڪونه ڏٺو آ،
ڇاڙان ٿو ته ڪڏهن منهنجو ڪِو
* ديس هُيو ڪاويريءَ تي.

چنڊ هتي به اهوئي آهي
جيڪو منهنجي ڳوٺ مٿان هو
ڇٹن نه آ پر چانڊوڪيءَ ۾
چنڊ هِتي ڪيڏو نه اُدانهو!

ڪونجون هِت به قطارون ڪن ٿيون
پر ڪوئي ڪُرلاءُ نه آهي!
تن جي لاءِ اُڏار ڪٿن آ
ڇو ته سڏائو واءُ نه آهي.

سِجُ هتي جي تاءُ ڪري ٿو
ڇانوَ وڻن جي ساڳي ناهي؛
جنهن جا گيت هجن جهِڙ جهڙا
اهڙو ڪوئي راڳي ناهي.

منهنجي ڌيءَ ته هت ڄائي آ
تو جٺن ڳالهائيندي آهي،
ڇڻ ته شفق جٺن لڳندي آهي
جي کهنبو پائيندي آهي؛

ڇا، اُن کي ويساهه به ايندو
تُنهنجي باک پليريءَ تي؟
سِڄُ اڀين ٿي هن جو هوندو
* جئن منهنجو ڪاويريءَ تي؟

---

* ڪاويري ـ نديءَ جو نالو.



تتر ٻولڻو
پڃري ۾ ڇو پالين ٿو؟
پڃري جو دروازو کولي
اَن کي ڇوڻ اُڏارين ٿو تون
جيئن هوائن ۾ هو ٻولي؟

تتر ٻولڻو
ڪنڊيءَ ڪامڻ
ساين لامڻ
تي خوش هوندو آهي؛
تتر ٻولڻو سوا خدا جي
ڪوبہ نہ سگھندو ڏاهي.
ان کي ڇو ناشاد ڪرين ٿو
ڇو نہ ڪڏهن آزاد ڪرين ٿو؟

---

مانسروور مان جنهن سندو
وهندي ايندي آهي،
پوءِ ڪراچيءَ تائين پهچي
ساگر سان هڪ ٿيندي آهي،
تنهنجي لاءِ ڪويتا منهنجي
اِئن ڳائيندي آهي:
شال اُنهيءَ جو پَنڌُ سڄائين!
شال چڱيءَ پر تون هي چائين،
مانسروور ڪاڻ هڄي جڏي
سندو ڪجهه به نه آهي
سندو ڪجهه به نه آهي.

رات پر ڪائي پڪار
چڻ سڏيندي ٿي رهي!
"آٿ! آٿي لڪ! آٿ آٿي لڪ! جي ٻه آهين ڏينهن چار،
"اوچتو مهمان ٿئي ٿو، موت تي ڪهڙي ميار!
"ڪو نديءَ جو آنت ناهي، ناو ۾ ڇٽي آهه پار،
"روز پوئين رات آهي، عمر پنهنجي ايئن گذار!
رات پر ڪائي پڪار،
چڻ سڏيندي ٿي رهي!

●

اڄ تون مان ٻن شعلن وانگر
هڪٻئي منجهه سمايا آهيون؛
ڪيڏو دور پرائيءَ ڌرتيءَ
تي هئن ويجهو آيا آهيون!

دل تہ چوي ٿي سارا ويڇا
ياڪر پائي رڪش ڪريون ها،
سانگ سياست جا آهن جي
تن کي ڪانا ڪکش ڪريون ها!

ڪيڏي اڄ اسان ۾ آ، پٽر
چاهيون ٿا تہ بہ ڪونہ ملون ٿا
ڇا ڪا ڌرتي پنهنجي آهي
ڇونہ ملون ٿا؟ ڇونہ ملون ٿا؟

سارو وقت اکين ۾ ڳوڙها
تو کي مون کي آيا آهن،
هن دنيا ۾ ڪيئن نہ پنهنجا
هڪٻئي لاءِ پرايا آهن!

هي سوچي افسوس ٿئي ٿو
'هر ڪنهن کي پنهنجي ڌرتي آ!
'پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ بہ ويڙا
'ڇا ڪنهن دنيا ۾ ورتي آ؟'

— —

●

ڪٿي ٿو ڪاتارَ
ڇا توُن پنهنجي مَنَ ۾؟
منهنجا مارو ڪيترو
رهندا مونکان ڌار؟
ڪٿين ٿو ڪاتار
ڇا تون پنهنجي مَنَ ۾؟
منهنجي ويڙهي ۾ وَڙي
ٿيڙندا ڪڏهن ٿارَ؟
ڪٿين ٿو ڪاتار
ڇا تون پنهنجي مَنَ ۾؟
ڦرندا پَٽَ مليرجا،
ڏوُنرن پَريا ڏارَ؟
ڪٿين ٿو ڪاتار
ڇا تون پنهنجي مَنَ ۾؟
مون جو چاهيو سو ڪڏهن
ڏيندين تون ڏاتارَ؟
ڪٿين ٿو ڪاتار
ڇا تون پنهنجي مَنَ ۾؟
ڇا تون پنهنجي مَنَ ۾؟
ڇا تون پنهنجي مَنَ ۾؟

———

●

ساٿِ پنهنجي ٿـو نـيان
اي چنڊ! تنهنجي ناوَ ڪيء
پاڻُ دنيا ڪان ڪسي ٿو پاڻَ کي واپس ڏيان،
ساٿ پنهنجـي ٿـو نـيان
اي چنڊ! تنهنجي ناوَ ڪيء
ٿانء پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ ڪيترو ٿو مان ٿيباز!
ساٿ پنهنجـي ٿـو نيان
اي چنڊ! تنهنجي ناوَ ڪيء
ٿي وڃي هيءَ ناوَ اڳتي ڪنهن ڪپر تي هوريان،
ساٿ پنهنجـي ٿـو نيان
اي چنڊ! تنهنجي ناوَ ڪيء
ڪاش! تنهن ڪنڌيءَ لڳان، ٿو آءٌ جنهن جي لئہ جيان!
ساٿ پنهنجـي ٿـو نيان
اي چنڊ! تنهنجي ناوَ ڪيء

---

●

اهڙو وقت اچي ويو آهي
جڏهن خدا پيهر سوچي ٿو،
’ڇا مان هيءَ تخليقَ مٽايان؟
هر شيءِ منهنجي وَس ۾ آهي
ڇا مان هي زنديقَ مٽايان؟
جن مون کي جڙ پاتو آهي،
آءٌ ازل جي تهخاني ۾
جيڪي مٽيءَ لڪايا آهن
سي هي جڙ پي آيا آهن
هرڪوئي مدماتو آهي!‘
پر سوچي ٿو،
’هي نه رهيا ته گجهارت منهنجي
ڪير سلبيندو؟
ڪوبه هنن جهڙن ناهي جيڪو
ڳاهون ڏيندو؟‘
پو ڪجهه سوچي، منهن موڙي ٿو؛
وقت اچي ويو ڪو ٻوڙي ٿو
خواب حياتيءَ جو ٽوڙي ٿو.

●

ڇا آها گهڙِي آئي
خواب زندگانيءَ جو
جنهن گهڙيءَ ٽُٽو آ؟

ڇا آها گهڙي آئي؟
شاعريءَ جو پورهيو
ڇا اياز کُٽو آ؟

گيت ماٽ تي ويندا
ڪي صديون اڳي وانگر؟
سِندُ چُپ تي ويندي؟

شاعريءَ جي وَلِ تي
رات جو لڪي شبنم
بيحساب روئيندي؟

نيٺ گُل ڇِڙي پوندا
خواب زندگانيءَ جو
اوچتو جُڙي پوندو؟

مون جيان نئون شاعر
نيٺ گيت ڳائيندو
سلسلو جڙي پوندو؟

---

ڪنهن ڪتاب وانگر اڄ
در ڪلي پيو آهي،
باغ يادگيرين جو
سانوڻيون سميٽي چڻ
اڄ جهلي پيو آهي!

ياد ٿيون اچن مون کي
ڪيتريون نه دل واريون!
راتڙيون گذاريون جن،
ڪالهه منهنجي ٻانهن ۾
اڄ ڪٿي آهي پياريون؟

ڇپّ سي ڪٿي آهن
جي ڇڻين سا ڦٽندا ها؟
اڄ ڪٿي آهي بازو
خواب زندگانيءَ جا
جن جي ڀاڪرين پيئي،
رات پر نه ڪٽندا ها؟

ڪيترا نه گل آهن
مون چني وتا يارو!
پو به رنگ و بو تن جا
چڻ اڃان ويا ناهن؛

وقت کان اڳي آهن
مون پنهي وٽا يارو!

شاعريءَ ۾ تن کي
تازگي ڏني آ مون،
چنڊَ چنڊَ کي پنهنجي
چاندني ڏني آ مون
موت کان کسي تن کي
زندگي ڏني آ مون.

---



نيٺ تن درختن جئن
جي ڪري پيا آهن،
آءٌ ختم ٿيٺو هان؛
سخت پٿرن وانگر
واءُ ۾ هڏا منهنجا
سج چنڊ جي هيٺان
نيٺ ذوت ٿي ويندا،
نيٺ زندگانيءَ جي
هڪ اڻوٽ حصّي جو،
ختم جو نه ٿيٺو آ
تنهن عجيب قصّي جو،
آءٌ باب ٿي ويندس؛
جو ڏٺي نه جڙڏو آ
سو رباب ٿي ويندس—

يا اِهو رباب آخر
ڪنهن طرح جُڙي پوندو؟
گيت ڪو نئون ڇيڙي
وقت ڏي مڙي پوندو؟
وقت جو آبد آهي
ڪا نئين گهڙي ٿيندو،
موت زندگي ٿيندو؟
مان نه هي رڳو ڇاٺان،

ڀُڻء اِها، اِهي ڀاڻان!
جيڙرا ٻه ڳيت آهن
ڪاش آءٌ ڳاپايان هان،
ٻاغ ٻاغ مان ڳلڙا
مان چني ورهايان ها،
رنگ رنگ سان تن جي
زندگي سجايان ها،
موت کان اڳي وايون
مينهن جئن وسايان ها،
پيار جي پلئه پيا ها
سي امر بڻايان ها
ڪاش آءٌ ڳاپايان ها!
ايڙرو ته ڳاپايان ها
موت کي مِٽايان ها!

---

●

جيترو گنڀير آهيان
اوترو آسان ناهيان.

زندگي طوفان آهي
موت خاموشي رڳي آ؛
زندگي گويا پڳڳي آ
تنهن ۾- واٽي تي جتان ڪو
هيل تائين نانهه موٽيو!
چڙ ته هرڪو جنگ جوٽيو
وقت کان ٿو هارَ کائي،
نيٺ پنهنجي مات پائي؛
ڪير پنهنجي ذات پائي؟
ذات جا اڳتي وڃي ٿي،
ذات جا انسان آهي،
ذات جا طوفان آهي،
ذات جا آخر خموشيءَ تي کُٽي ٿي
ٻاهران ڏسجي ته اُن جي
موت تي هر لَـي ڏٺي ٿي،
ذات پر اڳتي وڃي ٿي
سڀ صفاتن کي ڇڏي ٿي،
لوءِ ۾ ڪنهن ڏي لـڏي ٿي.

●

دور شفق جي مينارن تان
مون لئہ ڪوئي سڏڙو اچي ٿو:

ڌرتيءَ تي ديوارون آهن
پوءِ بہ مون لئہ روڪ نہ آهي،
مون دنيا سان پيار ڪيو آ،
پيار مٿان ڪا ٽوڪ نہ آهي.

ڪيڏا ڇپڙ انارن وانگر
جي پنهنجي رَس منهنجي منهن ۾
ڇلڪائي ويا، ياد اچن ٿا!
هي منهنجو آغوش چمن جئن،
اُن ۾ جي گل آيا، اُن کي
مهڪائي ويا، ياد اچن ٿا؛
تن جو سنگ تہ پيارو آهي
پر مون لئہ ڪو چارو آهي؟

هي جو مون کي سڏڙو اچي ٿو
دور شفق جي مينارن تان،
جن تي اِئن ڳاڙهاڻ لڳي ٿي
رَتڙ ٻڏلَ ارمان هجن جئن!



موت تي ڪهڙي ميارَ
جيئن اچي، جاتي اچي.
ڳالهه آهي زندگيءَ جي توڙ تائين ميچ نه هار!
موت تي ڪهڙي ميار
جيئن اچي، جاتي، اچي.
جو چوڻ چاهين چئي ڏي آهه، چڻ پوئين پڪار،
موت تي ڪهڙي ميار
جيئن اچي، جاتي اچي.
اوچتو، وچندڙي ڪري پوندءِ ڪڏهن همٿ مان سِتار؛
موت تي ڪهڙي ميار
جيئن اچي، جاتي اچي!

---



راتڙي آهي اڃان
تا اڃان مون تي پرن
ڪيترا ڏيئا مٽان!

تا ستارا آپ ۾ مان
هيٺ حيرت مان تڪن
آءٌ ويٺو ٿو لڪان!

ڪو پکي جاڳيو نه آ
ڪابه چون چون ڪانه آ
ڪابه مان مان ڪانه آ
ڪابه تون تون ڪانه آ!

ڪيترو خاموش آ
زندگيءَ جو شور و شر آ
ڇو ته ڪنهن درياهه تي
آهه جاري هي سفر،
ناوَ پنهنجيءَ سير تي
تي وچي اڳتي اڃان!
آءٌ ويٺو ٿو لڪان.

آءٌ ڪنڌيءَ تي پڇان،
هي ته ڪنهن ڄاتو نه آ،
هن سفر جو انت ڇا؟
هي به ڪنهن پاتو نه آ.

ڪالهہ ڪنهن طوفان جهڙي
هيءَ هٺي گهيراوَ ۾
اَجُ بہ آپري ڪا گهٽا
ٿي اچي جڙ ناوَ ۾!

پار تنهنجي ڏي پرين
ڪيستائين مان ڏسان؟
ڪيستائين هي سفر
سير تي جاري رکان؟
ڪيستائين مان اچان
هي سفر جاري رکان؟

●

گيتُ سمنڊ سان ڇٽندو ناهي
وقت انهيءَ جي اوڏو ناهي؛
گيت هوا ۾ ڇوڏو ناهي
جنهن ڪي سيءُ سڪائيندو آ،
گيت سدا خوشبو ڏيندو آ،
راڳي ڪو آدرش انهيءَ ۾
جي ٻوليءَ کي آڇيندو آ،
گيت اهو پيو وڌندو آهي،
گيت سمنڊ سان ڇٽندو ناهي.

———

●

موت جڏهن مهمان ٿئي ٿو
ڪوئي اُن کي ڪيئن ٽاري؟

پوپون چند هوا ۾ آهي
گهاٽُ اڃان سنسان لڳي ٿو؛
ڪائي گونج فضا ۾ آهي
ڇا مندر ۾ گهنڊ وڄي ٿو؟
مون ته اڌورو گيت لکيو آ
دل ۾ سؤ جذبات اُٿي ٿي
ڪيئي وايون ترسيل آهن
هڪڙي وائي وات اچي ٿي.
دروازي تي ”ڪن“ ڏيان ٿو
ڪائي ٺڪ ٺڪ ڪانه ٻڌان ٿو،
’ڪوبه ته ناهي، ڪوبه ته ناهي‘
ڪنڌ جهڪائي آءٌ لکان ٿو.

منهنجي پرسان هي نشي آ
۽ هي شوپنهار به آهي
۽ هي ٽالسٽاءِ به آهي،
۽ هُن جو سنسار به آهي،
۽ تن سان پيا ڪيئي آهن
جيڪي اَڄ به زنده آهن
(نظم اڃان ناظم حڪمت جا
ترڪيءَ ۾ تابنده آهن)

پر ڇرڪان ٿو ڪجهہ سارِي—
ڪوئي ان ڪي ڪٿن ٿارِي
موت جڏهن مهمان ٿئي ٿو
ع جيڪو بدذوق بہ آهي؟

———

●

چاڙهي پڌوري ٿي، لاهيءَ ۾
ريل وڃي ٿي اونداهيءَ ۾،
دُور ڪٿي فانوس ٻرن ٿا
شايد ڪا اسٽيشن آهي!
پر هيءَ منهنجي منزل ناهي،
دُور اڃان وڃڻو آ مون کي؛
ڏاڍو دُور اَتي لهڻو آ
هارَ جهلي مون لئه مُرڪن جا
پيارَ! جتي تون بيٺو هوندين
منهنجي واٽ تڪيندو هوندين.

---



سڄ لهي سانجهي ٿيو، هي اونداهه تَر!
پاڻ وڃون ٿا وو ميان!
ڪيئن ڇئجي ڪونجون ڪنديون کهڙيءَ ويرَ وڳَر!
پاڻ وڃون ٿا وو ميان!
ڪهڙُ ڇئي ڪنهن وقت هي، سونا ٿينڊا سَر؟
پاڻ وڃون ٿا وو ميان!
تون ته اڃان آيو نه آن، ها، پر ڪولي دَر
پاڻ وڃون ٿا وو ميان!

٣

پکي پرهه جا چڱون چڱون ڪن ٿا
باک ڦٽي آ، آءٌ لکان ٿو؛

ڇا هي پوئيون گيت ته ناهي؟
ڪڏهن هوا دروازا کولهي
منهنجي گهر ۾ پيهي ايندي،
۽ مون کي ڪرسيءَ تي ڳولهي،
'مايوسيءَ سان موٽي' ويندي،
منهنجيءَ ميز مٿان سڀ ڪاغذ
پکڙيل هوندا، آءٌ نه هوندس!
گيت اڌورا، آءٌ نه هوندس!
۽ پيو ڇاڇا، آءٌ نه هوندس....



شمعدان جئن
هر گھر آهي،
جدا جدا هر شمع ٻري ٿي
ڪائي ڪافي دير ٻري ٿي،
ڪائي جلد اُجهامي ٿي
پوريءَ ريت نہ ڪامي ٿي.

نينگريون جو ڇهڪن ٿيون،
شمعدان ۾ ڪيئي شمعون
ٻهڪن ٿيون؛
پو بہ اُجهامڻ ڇڻ تہ آوس آ!
هي جو ڪَس آ
اونداهيءَ جو
تنهن لاهيءَ جو
جنهن تي سڀڪو گهيرڪي ويندو
آن تي ڪنهن جو ڪهڙو وَس آ؟
(لاهي تاابد آهي يا
نيٺ اُنهيءَ جو ڪو تَر ايندو؟)

ها، پر هيءَ حقيقت آهي
هرڪا شمع اُجهامي ويندي،
دير گهٽي يا ٿوري، ليڪن
ٻرندي انت وسامي ويندي.



چورن وانگر
خُوب خزانا
ڏينهن رات جا
تون مان ساري عمر ورهايا،
پوءِ بہ سارا سانگ آجايا!

رُت آئي، رُت ويئي، پنهنجا
رنگَ رنگ جا ٻُوٽا آٽي؛
چنڊ لهي ويا، راتيون گذريون
روزُ سُڳنڌن ـ جهُوٽا آٽي:
تنهنجا وار اڇا ٿيندا ويا،
منهنجا وار بہ اڇا آهن
(ها پر تنهنجي سِر تي پياري
چِٽ سونهي جا لڇا آهن!)

عمر، علي بابا جي سِرِ سِرِ
سڀ کان نيٺ وسرڻي آهي؛
ڪوبہ خزانو دائم ناهي،
وچڻو آهي نيٺ تہ سڀ کي

چورن وانگر،
موت اڳيان شهزور نہ ڪو
شهزورن وانگرا
جيڪي جندڙيءَ کي چنبڙن ٿا

ڇوڙن وانگر،
سي ٻہ ٽہ آخر وڇڙا آهن!
سي ٻہ ٽہ آخر وڇڙا آهن!

---

ڳذري رات ٽري ويا ٽيڙو
واهيرن مان پکڻ پکيڙو
ٻاهر نڪري ٻوليون ڪن ٿا
آسڙ ويل الوليون ڪن ٿا.

ڳايون جاڳيون ڳوالا جاڳيا
ڌرتيءَ جا رکوالا جاڳيا
پورب جو رتوان وڏي ٿو
واڳون واري سنگهارن ڏي،
ڇنگ ڇڙن جي لار اچي ٿي
ڏور وڃن ٿا ولهارن ڏي.

هاڻي تنهن کي واري ڇڏ تون
بهتر آ ته وساري ڇڏ تون،
منهنجو هر ڳڻ ۽ اؤڳڻ، جو
ڌرتي توسان واڳيو آهي!
جڳ سڄو مان جاڳيس، هاڻي
آءٌ سمهان جڳ جاڳيو آهي؛
مون کان پوءِ به دنيا هلندي
پوءِ به هي جڳ ساڳيو آهي—

منهنجي لاءِ ته هي سڀڪجهه آ
هيءَ وينا ڳهر ياٽي آهي،

ساري رات وچائي جيڪا
سون جڳ جيتي گهاتي آهي،
هاڻي جا سيرانديءَ پنهنجي
آءٌ رکي اک لاتي آهي؛

مون کي اُن جو اُلڪو آهي،
اُن تي ڪجهه به نه ميرو آهي
پوءِ به اُن کي صاف ڪري ڇڏ!
هاڻي مون کي معاف ڪري ڇڏ،
تو تي ڪا به ميار نه آهي—



رات پر ڪائي پڪار
چڙ سڏيندي ٿي رهي!
آٿ! آٿي لک! آٿ آٿي لک! جي بہ آهين ڏينهن چار،
اوچتو مهمان ٿئي ٿو، موت تنبي کهڙي ميار!
ڪو نديءَ جو انت ناهي، ناوَ پڄڻي آهہ پار،
روز پوئين رات آهي، عمر پنهنجي ايئن گهار!
رات پر ڪائي پڪار
چڙ سڏيندي ٿي رهي!

نيٺ تہ ايندو
نيٺ تہ ايندو
فصلِ بهاران نيٺ تہ ايندو!

هي جيڪي ناسور ڏمن ٿا
تن کي ڪو مرهم ڇتائي ڏسندو
ڪوئي درمان نيٺ تہ ايندو!

توڙي ٻاڻ نہ هونداسين پر
پنهنجي ياد تہ هوندي ان سان
اهڙو انسان نيٺ تہ ايندو!

نيٺ تہ ايندو
نيٺ تہ ايندو
فصلِ بهاران نيٺ تہ ايندو!

●

سيٽ سيٽ ۾ پشڪن
جڏهن وهي پئي نيوا!
ڪيتري رواني آ،
جڏهن ته ڪنهن نديءَ وانگر
پنهنجي زندگاني آ!

برف سان ڪڏهن ڇانيل
آهه وهڪرو ان جو،
چنڊ جيئن نيوا تي
رات ۾ ڊسمبر جي
ڪونه چُلڪندو آهي؛
ائين ڪڏهن ته ٻوليءَ کي
ڪائي بيزباني آ،
برف تي رجي ليڪن،
پو ته چا رواني آ!

ٻول ٻول جون ڇوليون
چنڊ کي ڏئي لوليون
جڏهن ته پيئون ريجهائين!
سيٽ سيٽ ۾ پشڪن
جڏهن وهي پئي نيوا!

---

پشڪن ــ روس جو عظيم شاعر
نيوا ــ نديءَ جو نالو، جا لينن گراڊ مان وهندي آهي، جتي
پشڪن رهندو هو.



سنگ مرمر صورتون
ٿي جڏهن پيدا ڪري،
ڪانءِ ٿي تن ۾ پَري
جا سچي جذبات آ،
تن اندر جا تات آ
لونءِ ۾ ٿي جا لُڇي،
چُپ" هوندي ٿي ڪُڇي،
ڇڻ تہ هرڪنهن کان پڇي
ايترو انياءُ ڇو؟
ايترو آ وقت جو
ٿورڙو ڦهلاءُ ڇو؟
فن جي سڀ حاصلات
وقت تي آ منحصر؛
زندگي پر مختصر
ٿي کُٽي اک ڇوٽ ۾؛

هاءِ اي ليوناردو!
ڪير تو پيهر وَري؟
سنگ مرمر صورتون
ٿي جڏهن پيدا ڪري،
ڪانءِ ٿي تن ۾ پَري
جا سچي جذبات آ ___

---

ليوناردو ــ مغرب جو مشهور مصوّر ۽ صنمتراش.



قرطبه ۾ ٽا لٽن،
لورڪا جي لاش ڪي—

توُن نه چاڙين اي ادا
هيءُ منهنجو پاءُ آ!
شاعري ڇڻ ماءُ آ!
ٽيڄ پيتي آ اسان
ڇڻ ته ساڳيءُ ماءُ جي!
سارَ مونکي پاءُ جي
اڄ به هرهر ٿي اچي.

لورڪا جي لاش ڪي
قرطبه ۾ ٽا لٽن—

ڪنهن به فاشيءَ جِي ڪِيتي
آ جڏهن گولي لڳِي،
آءٌ پانيو آ اِئين
ڇڻ ته منهنجي هانوَ ۾
آ تڏهن گولي لڳي؛

شاعري ٻولي نه آ،
شاعري انسان جي،
سچ لئه جذبات آ؛
شاعري سا ذات آ
جا سدا بيچئن آ
ڪوڙ جي ڦهلاوَ تي؛

ٿي جڏهن گولي سهي
ڇڻ تہ منهنجي هانوَ ۾
ڏَڪُ ان جو ٿو لڳي؛
وقت مون لئہ فاصلو
ڪونہ ٿو پيدا ڪري؛
ڇڻ تہ هو فاشي اڄان
لورڪا جي لاش ڪي
قرطبہ ۾ ٿا لتاڙن.

---

اسپين جي فاشي آمريت آزادي پسند شاعر لورڪا کي قرطبہ ۾ ماراڻي، ان جي لاش کي لڪائي ڇڏيو هو.

●

آءٌ وِڪرم آهيان
آءٌ ڪاليداس* بہ

* چڻ تہ منهنجي اُروِشي،
جنهن بنان هي زندگي
بيسبب، بيڪار آ،
ڪا ڳهڙي مون وٽ رهي
دور آهي، ڏار آ!
ڪيترو دن رين مون
ياد آ هُن کي ڪيو!
ڪيترو هن کي چيو
آءُ موٽي آءُ تون،
تي ڏکڻ جي واءُ تون!
ڪنهن بہ هن سنسارَ ۾
ايترو ڪنهن کي اچان
ناهہ آندو سارَ ۾،
ايترو، جو آءٌ چڻ
پاڻ آهيان اُروِشي،
آءٌ جو وِڪرم بہ هان
آءٌ ڪاليداس پيءِ.

---

* ڪاليداس جي ناٽڪ وڪرم اُروشي ڏانهن اشارو آهي.

●

* ڪاليداس آجهين ۾
پوڄي پيو مورتي—
چُرندڙي پُرندڙي مورتي—
’هيءَ جا آهي اُروشي
’هيءَ جا آهه شڪنتلا
’وَلين جئن وچڙي وَيون
’جنهن جون ٻانهون رات جو،
’جنهن جون پياريون ڳالهڙيون
’ويلو جئن برسات جو،
’پوءِ به هيءَ رهڻي نه آ—
’جي ڪَٿهه ۾ ڪَٿڻي نه آ
’جنهن ۾ سڀ يُگ ٿا ڪَٿهن
’(آخر ماڻهو ڪئن رهن؟)
’آن مان ناهيان مورتي
’هائو ڪائي اُروشي
’هائو ڪا نه شڪنتلا.‘

---

* ڪاليداس جو مندر آجين ۾ آهي



ياد اچي ٿي ڪا تصوير
(اِزراپائونڊ ويٽنس ۾)

هي جو مٽيءَ هڏن جي آهي،
ڏيئي ٽيڪ ڇتڙيءَ تي پنهنجي
هي جو پُل تي بيٺو آهي،
ڇاٽو سوچي؟ ڇاٽو چاهي؟
مسولنيءَ جو لاش هوا ۾،
اڄان پيو ڇا لڙڪي هُن لئه؟
اڄ ته فاشي بوٽ اچن ٿا
ڇا ڏرتي ٿي ڏڙڪي هن لئه؟

منٿي آهن
سيئي ماڻهوءَ جا منصوبا؛
هاڻ ڪٿي هو فاشي آهن؟
وحشي ڪتا،
ڪالهه آطاليه ۾ گذري جي
هرڪنهن کي هيسائيندا ها،
ڏيهه سڄو ڌهڪائيندا ها؟

هو جو شاعر ياءُ به آهي
بوءِ به منهنجو ويري آهي
بي ڪنهن دڳ جو پيري آهي
هُن کي ڪٿن تاريخ نگهي وئي؟

ڇرڪايو هن جي تقدير
ياد اچي ٿي ڪا تصوير
’ازراپائونڊ وينس ۾‘

---

نوٽ: ازراپائونڊ جو مغربي شاعريءَ ۾ اهو درجو آهي، جو مصوريءَ ۾ پڪاسو جو آهي؛ پر هو فاشسٽ هو ۽ ٻيءَ جنگ عظيم جي هلندي، روم جي ريڊيو تان مسولنيءَ لاءِ تقريرون ڪندو هو. ۱۹۴۵ع ۾ آمريڪي حڪومت هن کي گرفتار ڪري، ديوانگيءَ جي الزام هيٺ قيد ۾ رکيو ۽ غالباً ۱۹۶۰ع کان ٻه سال اڳي ڇڏي ڏنو هو، ۽ هو وري اٽليءَ ۾ اچي رهيو هو.
وينس (Venice) ـ اٽليءَ جو هڪ بندر



* 'فيض'، 'حڪمت' ۽ 'نرودا'*
پيا ٻه ڪيئي يار آهن
جي ويا ٻي پار آهن؟
ننڊ جي آغوش ۾ آرام ڪن ٿا،
نيٺ خالي جام ڪن ٿا
زندگيءَ جو؛
ذڪر تن جي شاعريءَ جو
ٿي جڏهن محفل ڪري،
زندگاني ٿي ٻري
ڇڻ ازل جي آڳ سان،
جو اُنهن کان پو به آهي
جيئرو، تنهن راڳ سان.

مان به ڏين وانگر ڪڏهن
موت جي آغوش ۾ وينديس جڏهن،
ڇا تڏهن
فيض، حڪمت ۽ نرودا
يار منهنجا
چوطرف ڪنهن چانڊنيءَ ۾

* فيض — فيض احمد فيض،
حڪمت — ناظم حڪمت - ترڪيءَ جو انقلابي شاعر
نرودا — پبلو نرودا - چليءَ جو انقلابي شاعر

روشنيءَ ئي روشنيءَ ۾
اوچتو ويندا مِلي مون سان ڪٿي؟
ياڪرين پوندا کِلي مون سان ڪٿي؟
يا اونڌيرو انت آ؟
ڇا انڌيرو انت آهي!

---

●

پاڇاوَن ٿي روشنيون ڇڻ
سِڄَّ وليُن جئن چاڙهيون آهن،
ناظم حڪمت جي نظمن جئن
ديوارون سڀ ڳاڙهيون آهن.

* مارمِرا تي ڪيئي ڪشتيون
پريان ڇڻ پرمارن وانگر؛
استنبول جا سارا رستا
ڪنهن ماريءَ جي چارن وانگر.
سچ ٻڌڪو آ، مان سوچان ٿو
ڇا ٻيي تُر ڪيڏهٽي آهي؟
ناظم حڪمت جي نظمن تان
نيٺ ته بندش لهٽي آهي!

---

* مارمِرا ــ سمنڊ جو نالو، جو استنبول سان لڳت وهي ٿو.

●

هي سنجها جي جوت هئين ۾
ڪيڏي هُرڪُر آڻي ٿي!
جڻ هي جندڙي ڇانئي ٿي،
ڌرتي، نيٺ وسامي ويندي،
هُن دنيا ۾ هيءَ حياتي
مُنهنجي لاءِ مدامي ويندي

* هو قونيہ ۾ رقص ڪرن ٿا
* رُومي ابدي ننڊ ڪري ٿو؛
* هَنيبال جنهن آيري ڪوئي
هن ڌرتيءَ تي پير ڌري ٿو
پو بہ مري ٿو.
ڪوبہ نہ ڇاڻي اڳتي ڇاهي!
ها، پر هي بہ حقيقت آهي
تُرڪيءَ ۾ طوفان گهلن ٿا،
پوءِ بہ هَو درويش جهلن ٿا!
رومي اڄ جنهن زنده آهي،
صديون گذريون پوءِ بہ اڄ پيي
سچ جيان تابنده آهي.

---

* قونيہ ـ تُرڪيءَ جو هڪ شهر
* روميءَ جي مزار قونيہ ۾ آهي
* بربريت جو مظهر جنهن روم کي مٽايو هو ۽ جو قونيہ ۾
پوريل آهي.

●

جي نہ هيلن آ نہ هومر آهہ ڇو يونان ڇا؟
زندگيءَ ۾ شاعري ناهي تہ ڇو انسان ڇا!
حسن تي ايمان جي ڪونهي تہ ڇو ايمان ڇا!
ڪنهن نہ چاتو آ تہ آهي عشق جو ارمان ڇا!
ڪنهن نہ چاتو آ تہ آخر درد جو درمان ڇا!
ٻيڪ هڪڙي ٻيڪ ناهي، تون گهرين ٿو نان ڇا؟

---

●

شوپنهار ڇيو آ، ’دنيا
ساري ڪاوش من جي آهي‘
روح ازل کان خواب لهن ٿا
ڌرتيءَ تي مهتاب لهن ٿا
۽ پنهنجي چانڊوڪي ڏيئي،
آسمان ۾ دور وڃن ٿا؛
هي ماڻهو جي گيت ڏين ٿا،
پٿر ڪاٺي مورتين کي
پنهنجي جڳ تي جيت ڏين ٿا،
يا ٽِن وٽ ڪي سپنا آهن
جي ڪائي تصوير ٿين ٿا،
ماڻهو جي ابناسي آهن،
هن ڌرتيءَ جا باسي ناهن،
هُو اهڙا شهباز ٿين ٿا
جن لئه موت به جهرڪي آهي—

شوپنهار ڇيو آ ’دنيا
ساري ڪاوش من جي آهي‘

———

شوپنهار — هڪ مغربي فلسفي

●

## لاطيني آمريڪا جي هڪ انقلابي پادريءَ جو گيت

نيٺ ايندين، نيٺ ايندين!
تون اگر منهنجو يسوع-
جو ڪيو آ مون شروع
توڙ تائين ساٿ نڀائيندين!
امن جو پيغام منهنجو
جيستائين عامُ ٿئي،
آفتاب آڻي اڀري،
۽ تيرگي ڪوئي خيالِ خام ٿئي،
تيستائين مان نہ رهندس،
دور ڪٿي هوندس
آسمانن،
ڪهڪشائن
کان پري؛
پر اِها تشويش رهندي
هيٺ ڌرتي تي ٻري؛
هيٺ ٻاهيون ٻرَنّ آهن،
۽ جلايل چمّن آهن،
يا بکايل پيٽَ آهن،
يا ڪرا ۽ ڪيٽَ آهن
چار ماڻهو جي ڪٿن ٿا،
رزق تي ڏاڙا هڻن ٿا؛

تون اگر منهنجو يسوع
روشنيءَ کي ساٿ نيندين،
سچ وانگر ٿي طلوع
آدمي آغوش ۾ سارا ڪري،
جنگ کان تن کي ڇهلائيندين،
امن جو پيغام ڏيندين،
ٻُڪڙ لاهي، ڏُکڙ لاهي،
سُکڙ هر ڪنهن لاءِ چاهي،
تون وري مصلوب ٿيندين
۽ مري محبوب ٿيندين.



دارا سان تــہ نياڻي سرمڊ
ٻئي سان ڪيئن نياڻي!

دارا ڪــو دم ايندو آهــي
پيڊُ آنهيءَ جو پاڻيءَ، سرمد
ٻئي سان ڪيئن نياڻي!

ٻيو تہ پلـِي ڳهنگهور گهٽا جئن
هـن ڪان چنڊ لڪائي، سرمد
ٻئي سان ڪيئن نياڻي!

وڄُ جيان تلوار ڪنوي ٿي،
ڇااڄ ڪـَنڌ جُهڪائي، سرمد
ٻئي سان ڪيئن نياڻي!

---

نيٺ ته ايندو
نيٺ ته ايندو
فصلِ بهاران نيٺ تہ ايندو!

جيڪو ڪيئي قول قراري
ڌرتيءَ تي هڪارون ٽيندو،
اهڙو باران نيٺ تہ ايندو!
فصلِ بهاران نيٺ تہ ايندو!

رنگ و بوءِ يلغار ڪندا چڙهي،
صحنِ چمن ۾ رقصان رقصان
مجمعِ ياران نيٺ تہ ايندو!
فصلِ بهاران نيٺ تہ ايندو!

ڪنهن ڇهري تي پاس نہ هوندي
هيئن نہ ويندي عمر اجائي
اهڙو امڪان نيٺ تہ ايندو!
فصلِ بهاران نيٺ تہ ايندو!

هي جيڪي ناسور ٿمن ٿا
تن کي ڪو تہ ڇتائي ڏسندو
ڪوئي درمان نيٺ تہ ايندو!
فصلِ بهاران نيٺ تہ ايندو!

تنهنجي پاڻ نه هونداسين، پر
پنهنجي ياد ته هوندي ان سان
اهڙو انسان نيٺ تہ ايندو!
فصلِ بهاران نيٺ تہ ايندو!
نيٺ تہ ايندو
نيٺ تہ ايندو
فصلِ بهاران نيٺ تہ ايندو!

---

ڪيترو ڳُوٺ نه پاڻ ۾!
ڪوٽ مٿاهان ڪنگرا
جهوري وڏي جهان ۾!

ساڳي يا ٻي ڪا؟
ڪاري ڪنهن ڪالڪا
اڇي پيڙهي ڪا!
........
پڌَڙ ۾ ڏاڍو ڏورُ
ٿي هي ماڪيءَ جو مکيون
ٿي هي انبن ٻُورا!
........
ڪٿي مٿان چنڊ،
آن جي مٿان نيرڙو
ڪيڏو اونهو مَنڊا!
........
بس، ڪا دير فضا ۾،
پَٿر لڳي تو پويون
ڦِڪُو چنڊ هوا ۾!
........
کهڙو رهبر تون؟
ساحل تي تو روڪيون
ڇولين جون واڳون!
........
گهٽي دير اجان؟
چٽنگ اجان پر گهٽ نه ٿِي
سَڪل گاهه منجهان!
........

تون ڇاڏين ٿو؟ مان
ڳچيءَ ٽاڻين رت سان
پريل پيالي جان!

........

هُن سان ڇاتيءَ لاءِ —
آءُ، سُهاڳڻ ننڊڙي
مون کي پير پساءِ!

........

تو بِن، نيڻن تي،
ڳوڙها منهنجا شمع جان
منهنجن پپڻن تي.

........

مٿان سيءَ وسن،
لڳن نه لوئيءَ هيروان
کهڙي پُرجهه پٽن!

........

هر ڪِي ڪيچ ڪٽن،
او شل ڪونجن وانگيان
وَرو ڏيهه وڻن!

........

’اُجهو وهاڻي
’رات وچي ٿِي ريل جئن‘ —
هيمون ڪلاڻي.

........

ساڳيو سائو وڻ!
ساعت اڪ نه نڪري
منهنجي تو مان چِتُ!

........

ناري! پـَلو پڙو ـ
سـُوريه، اِندرَ اڳني ۾
سيني سان جهپڙو!

........

پنهنجي پيارَ جيان
پوپٽڙو، رَتُ ـ پنکيو
تنهنجي سارَ جيان!

........

اڄان تنهنجو نانءُ
اڄ به آئين ٿو وٺي
اڱڻ مٿان ڪانءُ؟

........

ڪنهن جي لـَڄَ آتا،
پانهـَنِ چـُوڙا رَتڙا
وري ٿو پاتا؟

........

ٽـَٽـِيِ! ڪائي تانَ!
سجُ وَڃي ڪنهن دَفَن جئن
ساڙي ماڳَ مڪان!

........

جدائيءَ جو ڪـَرتُ ـ
پکي ٿي مٿي پاندڙا
آرهي، ڪـٽي آرٽ!

........

ڪـِينرُ گهـَٽ نه پانءِ!
ڪوٽ مٿاهان ڪـُنگرا
جهوري وئي جهانءِ!

........

ٿا ڪيڏانهن وڃن؟
جن لئہ ڏيئي ڏڪرا
راتيون ريهان ڪَن؟
.......
گذري ويا ڇا ڇا
سڄاول جي پَلَ تان
پاڻيءَ ۾ پاڇا؟
........
گهرا سارا گهوٽ ـ
ڏونگرَ ڏياٽيون ٻريون
ڪارونجهر جي ڪوٽَ.
........
تو نہ نباهيو نينهن
* تلسي اج پرديس ۾
ڪنچن ٻرسي مينهن.
........
اڃان نہ آيو ڍولُ!
اڄ بہ اجايو ٿو وڃي
مانڪ جنم امول!
........
ورڪا واريءَ تي ـ
تو جو ٻولَ ٻڌون ڪيا
پيارا واريءَ تي.
........

* تلسي ڏيهان نہ جائيي ڪنچن برسي مينهن
(تلسي داس)

آڄ ته چمڪن ٿا
ڪيڏي ساوَڻ مينهن ۾
ڳڄ ڳهگهيرين جا!
........

تنهنجي ياڪر ۾—
سڙهه سڻائي واءُ ۾
جڻ ڪو ڪينجهر ۾!
........

جهروڪا جيءَ جا،
نوري! تو لءِ ٿا تڪين
تڙ تماچيءَ جا.
........

ڇو تون ايندينءَ ڪيئن؟
سوڙهو مڪتيءَ دوار آ
راڌيءَ داٽي جيئن!
........

آهي ڏي وايون!
پونگا، پڙڻون، سڄ جون
پويون پرڇايون.
........

آهي ڏي وايون؟
دانهون، ڪوڪون ديس جون
اڃان آجايون!
........

اڃان ڏيهه ڏچن!
ڪيتيون ڪُهريون، سيءَ ۾
ويڙها ويڙهيچن!
........

مارڪُ ڏور، آويرَ
جهُرن پيئون پنبڙيون
پُرن پيا پرهيرَ!
........
ساٿي، او ساٿي!
سَچ سلاجاڻ ڳالهڙي
متان ڪرين ٻي!
........
هي ٻه ته پنهنجي ڏُر
ڪانگ ـ تڙي ڪي ميڻهن ۾
باغائيءَ پاڪُر.
........
ڪيڏي مات اڳي؟
* تنهنجي هـَر جي ويجهڙو
چرخي چِيتُ لڳي!
........
* * چندن پرسان رَهُـ
جئن تون چندن تي وڃين
ڪـَهُ، تون هن ڏي ڪـَهُ!
........

* اوتِرے دِاه دے چرکڑا میرا تے
جتِرے تیرے هل وگدے
(بلهے شاه)
* * ڪبير جي دوهي تان ورتل

وڪّ وڏي آ وَتّـ
ڪـتڻ مان ڪجهه ڪين ٿيي
مورِ ڪُـ ڪـِٿي ڪـَٿ َ!
........
اجايو نه ٻولِ!
هيءَ جا مـُڪ جي ڳوٺڙي
پارڪ اڳيان ڪول!

———

ڏات جو ڪوئي ڏڪار
ڪونہ پوندو،
سنڌ کي سون آڇيو ايڏو سڪار،
ڏات جو ڪوئي ڏڪار
ڪونہ پوندو،
ڪي صديون وهندو اِهوئي آبشار،
ڏات جو ڪوئي ڏڪار
ڪونہ پوندو،
ڪو آڇايو ڪونہ رهندو ڪوبہ يار،
ڏات جو ڪوئي ڏڪار
ڪونہ پوندو
ڪونہ پوندو.



وڻجارا ! واپارَ ؟
ڇڏ ته ويڙهي ۾ وڃان
ڏؤنرا ڇنان ڏارَ !

مون مٿن ماروءَ ڌارَ !
ڇڏ ته ويڙهي ۾ وڃان
ڏؤنرا ڇنان ڏارَ !

ڌَنُ نه گهرجي يارَ،
ڇڏ ته ويڙهي ۾ وڃان
ڏؤنرا ڇنان ڏارَ !

هي تنهنجا ويچارَ !
ڇڏ ته ويڙهي ۾ وڃان
ڏؤنرا ڇنان ڏارَ !

---

●

مان ۽ تنهنجي سارَ،
رَتَل ڏانهن رُسي وئين
ڇا لئه منهنجا يار؟

مان ۽ تنهنجي سار،
سَڳو وچ سُرندڙي
وَڄائي ويروتار!

مان ۽ تنهنجي سارَ،
رڻ تي راتاها، مٿان
واريءَ جا وسڪارَ!

مان ۽ تنهنجي سارَ،
آڄ سُڌ به تنهنجي آسري
سارُو ڍِنگرن ڍارَ.

مان ۽ تنهنجي سار،
ايندي ڇا آڪاس مان
هماليه هُونگار؟

مان ۽ تنهنجي سار،
پَرندي ڪڏهن اوچتو
جبل جي جهونگار؟

---

●

چنڊُ پيو ناري ۾ وهنجي
پرڻي رات ڪُنوار جيان؛
باک ڦُٽي آ، ڏينهن اچي ٿو
ڳاڙهي گهوڙي سُوار جيان۔

رستي تي هوءَ ڇو ڇرڪي ٿي؟
هيءُ ته ساڳيو ڳيرو آهي!
بيهي ڀِڙڪي ناهي ٿي۔

---

* نارو۔ سنڌ ۾ هڪ واهه جو نالو۔

●

منهنجي عمر ابابيلن جئن
ڪيڏي تيز اڏاري ڪاڏي
گذري ويئي!
ڪيڏي ڊِگهي نديءَ ڪي آهي!
ڪيڏو دور ڪنارا ٿي ويا
جن تي ڪالهه آهه ڇڏلڪي هئي ؟
ڪيڏو دور ستارا ٿي ويا
جن سان رات اسان ڪاٽي هئي؟
چنڊ تہ آڄ بہ ڪالهه جيان آ
اڄ بہ ڇڄهريءَ تي ڪلهه جهڙي
هو چاندوڪي ڦهلائي ٿو،
اڳ جئن چيتُ نہ پر چائي ٿو!
دنيا؟ سا بہ تہ ساڳي آهي
پر ڇا آءٌ اهوئي آهيان؟
جوئي آهيان سوئي آهيان؟
يا مان اڄ ٻيو ڪوئي آهيان؟

٦٠

هيءَ شيءِ جا روپوش ٿيي

آئيري ٿـــي جذبات ۾
لـرزي ٿـــي تلوارَ ۾،
تارن جي اڪ ڇنڊپ جئن
آ ســـاري سنسارَ ۾،
بـاڪ ڦٽيءَ رابيل جي
ٺـڙيل آهـــي تـارَ ۾،
هيءَ جا منهنجي گيت جي
آهـي هر سُر تـارَ ۾ـ

هــيءَ ئي آهـــي زندگی
هــيءَ ئي آهــي زندگي!

———

●

اڄڪلهہ ڪيڏا گيت اچن ٿا
ڪونجن جيئن قطارون ٻڌجي؛
پوئين پهر اچي آ گهرَ ۾
سهڙيا آهن سارون ٻڌجي؛
ڪيڏو وقت وڃايو آ مون
آيا ڇڙ تہ ميارون ٻڌجي!
ڇو مون ساري عمر نہ ڪاٽي
للڪارون للڪارون ٻڌجي؟
ڪهڙو آدر پاءُ ڪيان مان
تن جي لاءِ نهارون ٻڌجي؟
موت اجان ڪا مهلت ڏيندين؟
مون کي ٿورو وقت ڇڏيندين؟

---

●

هو چون ٿا
تون اسان جي سوچ آهين
تون اسان جي لوچ آهين
انت کان جيڪا وچي ٿي آد ناڻين.

مان چوان ٿو
پيا ٻه ساڳي سوچ آهن
پيا ٻه اهڙي لوچ آهن
مان اوهان جا گيت آهيان
زندگيءَ جي جيت آهيان
سوچ ٿورو وقت رهندي
لوچ ٿورو وقت رهندي
آءٌ پانيان گيت هي رهندا سدائين.

——

●

ستّون سوکي کول سارا
اَڄ اڄ ڏاڍي لڳي آ
ڏسُ ته ڪيڏا پيارا ستارا
اَڄ اڄ ڏاڍي لڳي آ
چنڊ جي ڪشتي وڃي ٿي
دور پَر آهن ڪنارا،
اَڄ اڄ ڏاڍي لڳي آ
چڙ ته ڏرتيءَ تي اچن ٿا
آسمانن مان اشارا،
اَڄ اڄ ڏاڍي لڳي آ
هيءَ پروئين پياس آهي
چنڊ، اچا پيئان خدارا
ستّون سوکي کول سارا
اَڄ اڄ ڏاڍي لڳي آ
اَڄ اڄ ڏاڍي لڳي آ

---



ڪونه پڇندس
ڪونه پڇندس.
تانجي تنهنجون رڳون وڄنديون ربابن جئن جڏهن
آءٌ وڄندس
آءٌ وڄندس.
باک توتي ڇانئبي ڳاڙهن شرابن جئن جڏهن
آءٌ رچندس
آءٌ رچندس.
زندگي هوندي هزارن آفتابن جئن جڏهن
آءٌ تنهنجي
سات ڪچندس!
ڪونه پڇندس
ڪونه پڇندس
آءٌ تنهنجي سات هوندس!
آءٌ تنهنجي سات هوندس!

●

آءٌ نہ تو ورجائڻ چاهيان
جي تو مون کي ويڻ ڏنا هاـ
جيئڻ مُهر ڇپن تي منهنجي
لاتي آهي،
هيءَ جا منهنجي ڇاتي آهي
تنهن ۾ ڪنهن بہ نہ پنهنجي جهاتي
پاتي آهي!
اڄ بہ مون وٽ رات اڳي جئن
متواري، مدماتي آهي،
ساڳي سُر ۾ اڄ بہ اڳ جئن
ڳاڌي مون پرڀاتي آهي،
اڄ بہ اُن ۾ ڦيرو ناهي
مون جا ڳالهہ بہ ڳاتي آهي،
ڪوبہ نہ چوندو ڪابہ شڪايت
ان ۾ منهنجي ذاتي آهي.

تنهنجي آءٌ شڪايت ڪائي
ڪنهن سان ڪانہ ڪئي آ پيارا!
رات وڃي ٿي، پويان تارا
نيري آڀ ۾ رم جهم ڪن ٿا
باک اچڻ جي ساک ڏين ٿا،
آءٌ اڃان پيئان ٿو ساٽي!
جنهن وِهُ تي جيئان ٿو ساٽي،

ويهي، اگر سا پيئڻ چاهين
مون سان جُڳ جُڳ جيئڻ چاهين!

آءٌ نہ تو ورجائڻ چاهيان
جي تو مون کي ويڻ ڏنا هاٰ —

●

تنهنجو تبسم جنهن جي فقط آ
ڇانءِ آئيني ڪي
ڪائي شرارت ڪائي حرارت
آن ۾ ته آهي!
ڏو جيءَ چاهي
تنهنجو سدائين
آن ڪي لڪائين،
جنهن وقت منهنجي ويجهو اچين ٿي
معصوم ڪيڏو مون ڪي لڳين ٿي،
پر شرم هوندي
تون گرم آهين؟
پاهر ته ايڏو
تون نرم آهين
چڙ آنهه ريشم آغوش ۾ تون؛
پر هيءَ ويندي توکي ڏسي مون
ڇالاءِ سوچيو
'تون جو ملين ٿي
'مون کي ڏسڻ سان
'اندر ڪِلين ٿي.'

———



توں امرتا آنھ منھنجي
آءٌ تو ۾ جيئندس،
توں اتي جڳ ۾ ڪٿي آن
تو ٻڌان پڙلاءُ تنھنجو،
(واهُ ۾ ڪوئي پکي چڻ
ڇپّ تان اڏري رهيو آ،
ڪيرڙر ۾ جي رهيو آ،
آءٌ چشمو آهيان، جنھن مان آهو
ڪجھ پي رهيو آ)
آءٌ تنھنجي سگھ آهيان،
آءٌ تنھنجو ساھ آهيان،
اوچتو پرواز تنھنجو
ڪيرڙر تي ڇانئمو،
پر آهو پرواز هوندو
چڻ تہ منھنجو، آءٌ جيڪو
اڏرندس تنھنجي پرن ۾؛
توں اڇي ويو آنھ ساٿي
آءٌ تو ۾ جيئندس۔

●

آڄ ب ڪيئي ناريون منهنجي
راهه تڪينديون هونديون،
پنهنجيءَ پنهنجيءَ ڇَپر ۾ ڇَپرڪي
دَرَ کوليندڀون هونديون،
'مست پَوَنَ جئن ايندو آهي'،
هو سوچينديون هونديون،
آءٌ انهن کان دور رهيو هان
ڪنهن نشي ۾ چور رهيو هان،
ساري رات پيالو پنهنجو
مون کي چنڊ پري آڇي ٿو؛
ٻاک ڦٽيءَ جو ڏينهن ڏينهن پنڇي
ڳائي منهنجو سُواگت ڪن ٿا،
مون کي ڪيئي گيت ڏين ٿا،
گيت آهي جي مون کان پو پيي
هن ڌرتيءَ تي رهٽا آهن،
هن ڌرتيءَ کان دور سفر تي
گڏجي دُور اُسهٽا ناهن؛
گيت هيتي ئي رهٽا آهن
منهنجي جيت اِنهن ۾ آهي.

●

ڏات جو ڪوئي ڏڪار
ڪونہ پوندو،
سنڌ ڪي مون آڇيو ايڏو سڪار
ڏات جو ڪوئي ڏڪار
ڪونہ پوندو،
ڪي صديون وهندو اهوئي آبشار،
ڏات جو ڪوئي ڏڪار
ڪونہ پوندو،
ڪو اچايو ڪونہ رهندو، ڪوبہ يار،
ڏات جو ڪوئي ڏڪار
ڪونہ پوندو
ڪونہ پوندو.

---

●

سال ملهي ٿيا، پر اڃ تائين
تنهنجي صورت ساڳي آهي،
وقتَ تروتازه چهري کي
چڻ تہ ڪنوارپ بخشي آهي.

مون وٽ ڪيئن ڪنول جئن آئينءَ؟
ڪيئي پونر پنپوليا ها تو!
برکا رُت ڀي مون تي ڇانئينءَ،
ڪيئي رڻ ۾ روليا ها تو!

منهنجي من ۾ ڏيئا ڏيئا
ڪيڏا سپنا تو ٻاريا ها!
پٿّ پٿهر پنهنجي تن ۾
ڪولهي مون کي ڏيکاريا ها!

ڪيئي سال ٿيا، مون توکي
اڄ ڏٺو آهي رستي تي؛
تون تہ اڳي جئن. آهين پياري
ديدَ پٿّي چڻ گلدستي تي؛

مور نہ جو مرجهايو آهي
جنهن ۾ روز گلاب ٽڙن ٿا؛
سان پانيان ٿو مون کان پو پيي
پونرا توتي روز مڙن ٿا.

———



روءِ تنهنجي جو گلاب
آهه سا ڳيوڙي اڃان.
جسم تنهنجو آهه سا ڳو چڱن نديءَ تي ماهتاب.
بوءِ سا ڳي آ پسيني ۾، ڇڪي ٿو ڇڻ شراب.
مان پڏان ٿو، جي وڄي ٿو روح تنهنجي جو رباب.
روز هم آغوش آهين پو به آهين ڇڻ تہ خواب!
روءِ تنهنجي جو گلاب
آهه سا ڳيوڙي اڃان.

---

●

واهوندا وَرندا
ايندا مَـٽ ملير جا!
ڪيسين منهنجـا ڏينهـڙا سرديءَ ۾ سـَرنـدا؟
ڏيهي منهنجي ڏيهه جا ڪيسين هـِئن ڏَرندا!
ڦوڪِـٽ ڪڏهن ڦـَرندا آلا، ڦوڪِـٽ ڪڏهن ڦـَرندا؟

———

●

جن جون لويون لالُ
جهانگي منهنجا جهنگ ۾
لاهڻي نڪتا لوءِ ۾ جياڙي جنجالُ.
ڳولي باڪَ بسنت جي جن جي لاءِ ڳلالُ.
او شل! اچن اوچتو پلائي ڪو پالُ؟

---

●

ايڏا ڏکڙ نہ ڏِي
تو وٽ ڪو پَلُ آهيان.
هڪ ويڻ، پيو ٿو اچي، پيو لوڪُ لَڏِي،
پوئينءَ وِيرَ بہ آهہ تنهن ساڳي هوڏَ هڏِي!
آءُ وڃان ٿو ديسڙا، تو وٽ گيت ڇڏي.



تون جي مون کي ڪونه ڇڏيندين
مون کي ڪا پرواهه نه آهي،
آءٌ سياڻي لاءِ لکان ٿو
جيڪو نيٺ ته اڇڻو آهي،
مون تي ميڙو مچڻو آهي.

مينهن جڏهن مانداڻ ڪندا، مان
ساري واريءَ تي وسندس،
ڪارونجهر جي ڪور مٿان مان
ساوڻ جي ڪڪرن سان گسندس.

(مان جو تنهنجو راڳي آهيان
تنهنجو ٿي وڏ ڀاڳي آهيان)

چڙهي ماڻهوءَ جو ڳوڙهو ڳوڙهو
منهنجين واين مان برسي ٿو،
ويڙهو ويڙهو لوڙهو لوڙهو
منهنجن گيتن سان گونجي ٿو.

منهنجا گيت گلابن وانگر،
جيڪي چوٽين منجهه لڳائي
تڙ تان ناريون اينديون آهن
پنهنجن پيارن لاءِ سجائي—
نيٺ ته تنهنجو مَن پائيندا،

چاندوڪين راتين ۾ مارُو
مون کي ٿربر ۾ ڳائيندا،
بسنت رُت ۾ منهنجون وايون
گليءَ گليءَ ۾ ڦهلائيندا.

وڄ ورا ڪا جيئن ڪاٽي ٿي
اِئن مان تنهنجا ٿهڪ ٻڌ آهيان،
رُت ۾ جئن رابيل ٽڙن ٿا
تئن ڌرتيءَ جي مهڪ ٻڌ آهيان؛

هيءَ ڌرتي نيٺ ته مهڪي
ٿيندي ڪو گلزار سياڻي
آءٌ لکان ٿو
جنهن لئه هاڻي.

———

# پڌنامو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ١٩ | ٧ | ڳَترڻ | ڳَپرَڻ |
| ٢٢ | ٥ | هـَن | هـُن |
| ٣٢ | ٨ ۽ ٩ | آنءُ | آئِءُ |
| ٣٥ | ١٣ | روايءَ | راويءَ |
| ٣٨ | ١٧ | يا | چا، |
| ٤٠ | ١ ۽ ٢ | تو، | تون |
| ٦٣ | ١١ | پِسون | پَسون |
| ٦٤ | ١٠ | ڀَرِيءَ | ڀَرِيءَ |
| ٨٣ | ١٦ | هِڪِئي | هڪِئي |
| ٨٤ | ١٢ | پَريا | پِربا |
| ٩١ | ٣ | هان | ها |
| ٩١ | ٦ | جي | جـِي |
| ٩٥ | ١٢ | آ | ! |
| ١٠٦ | ٤ | آسـَّر | آسـُّر |
| ١١٥ | ٣ ۽ ١٧ | آرورشي | آروَشي |
| ١١٦ | ٤ ۽ ١٥ | آرورشي | آروَشي |
| ١١٧ | ٤ | ڏيئي | ڏيئيءِ |
| ١٢٥ | ١٣ | ڪهڪشائن. | ڪهـڪشائـُن |
| ١٤٢ | ٢ | رَتـَل | رَسيءَ |



شيخ اياز

ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي (شاعري)

نيو فيلڊس (107)

## شيخ اياز جا
## نيو فيلڊس طرفان
## شايع ٿيل ڪتاب

١- چنڊ چنبيليءَ ول
٢- رڻ تي رم جهم
٣- ساهيوال جيل جي ڊائري
٤- ڪپر ٿو ڪن ڪري
٥- ڀڳت سنگهه کي ڦاسي
٦- ڪي جهو ٻيجل ٻوليو
٧- خط، انٽرويو ۽ تقريرون
٨- لڙيو سج لڪن ۾
٩- راڄ گهاٽ تي چنڊ
١٠- ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعویٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٻارن ۾ پاڙ اُکيڙڻ جا اُهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)